مقالات الحڪمت فرانسس بيڪن مقالات يا ايسيز ترجمه مرزا قليچ بيگ

تقريبن سٺ (60) مقالات مان مرزا صاحب 24 مقالا ترجمو ڪيا آهن. هيٺ اصل مقالن جا نالا به آهن جيڪي ويبسائٽ تي هٿ اچي سگهن ٿا.

# مقالات الحڪمت

## فرانسس بيڪن جا مضمون (مقالات)

## Essays of Francis Bacon

آزاد ترجمو

## شمس العماءِ مرزا قليچ بيگ

چاپيندڙ: سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 1958، 2005

# چپائيندڙ پاران

بظاهر هن ڪتاب جي عنوان مان لڳي ٿو، ته هي ڪتاب خالص حڪمت ۽ مجرب تي لکيل آهي، پر مطالعي ڪانپوءِ معلوم ٿيندو ته هي ڪتاب ان حڪمت جي موضوع تي لکيو ويو آهي، جنهن کي سولن لفظن ۾ ڏاهپ چيو ويندو آهي، هيءُ ڪتاب اصل انگريزي ۾ لکيل آهي، ۽ ان جو مصنف ”لارڊ فرانسس بيڪن“ (1626ع _ 1516ع) آهي، جنهن جو تعلق انگلينڊ سان هو. لارڊ بيڪن رڳو ڪتاب جو مصنف نه هو، پر ان سان گڏ هو پنهنجي دور جو هڪ مڃيل ڏاهو، عالم، قانوندان ۽ فلاسافر به هو. هن عظيم يوناني فلاسافر ارسطو جي ڏاهپ مان به ڪن غلطين جي نشاندهي ڪئي هئي، جن جو پوءِ هن پنهنجي ڪتابن ۾ ذڪر به ڪيو ۽ ان جا ٺيڪ جواب به ڏنا، انگلينڊ ۾ هن کي انهي ذهانت تي ”انگريزي افلاطون“ سڏيندا هئا.

هن ڪتاب ۾ مضمونن کي مختلف ”گفتارن“ ۾ ورهايو ويو آهي. هڪ گفتار کي هڪ مضمون سان ملحوظ رکيو ويو آهي، (اصل انگريزي ڪتاب ۾ ڪل اٺيتاليهه، بلڪه سٺ (60) گفتارون درج آهن. (سنڌي ترجمي جي) هن ڪتاب ۾ شامل ڪيل (24) مضمونن ۾ زندگي جي گوناگون نقطن کي ڏاهپ پرئي رنگ ۽ ڍنگ ۾ سمجهايو ويو آهي، شمس

العلماءِ مرزا قليچ بيگ فلسفي ۽ ڏاهپ جي اهميت ۽ قدر کي ضروري سمجهندي پنهنجي خداداد صلاحيتن مان استفادو حاصل ڪندي هن ڪم کي هٿ ۾ ڪنيو ۽ ترجمو ڪري سنڌي ادب تي وڏو احسان ڪري ڇڏيو. هن ڪتاب مان نه فقط فلسفي ۽ ادب جا استاد ۽ شاگرد لاڀ حاصل ڪندا. پر محقق ۽ عام پڙهندڙ به هن مان ضرور استفادو حاصل ڪندا. سنڌي ادبي بورڊ، شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ جي هن محنت کي ان ڪري به قدر جي نگاهه سان ڏسي ٿو، ته سنڌي ٻولي ۾ هنن موضوعن تي تمام گهٽ لکيو ويو آهي، انهيءَ اٽاڻ کي محسوس ڪندي ادارو هن ڪتاب جي نئين ڇاپي کي مارڪيٽ ۾ آڻيندي نهايت سرهائي محسوس ڪري ٿو. هيءُ ڪتاب ڇپائي جي، جن جن مرحلن مان گذري ڪتابي صورت ۾ اوهان مهربانن تائين پهتو آهي، ادارو انهن مرحلن ۾ ساٿ ڏيندڙ بورڊ جي ڪارڪنن، سڀني گهڻ گهرن ۽ دوستن جو ٿورائتو آهي، اسان اميد ٿا ڪريون، ته اسان جو پڙهندڙ هن پيري به ڪتاب کي اڳ کان وڌيڪ موٽ ڏيندو، ۽ ائين اسان جي هيءَ محنت ساب پوندي.

ڄامشوروسنڌ، 17 جنوري 2005ع

سيڪريٽري، سنڌي ادبي بورڊ

گمستا بيست يا بحر در معاني،
كه مثلش نيابي، بينيش ثاني،
مضامين آن هوش افزاي مردم،
رباينده خاطر از خوش بياني،
پر از موعظتهاي ارباب خبرت (حيرت؟)،
كه دارد ز صد گونه حڪمت نشاني
شوي در امور معيشت محقق،
اگر از سز فهم و فطنت بخواني.

(فارسي جو بيت شايد مرزا صاحب جو پنهنجو جوڙيل آهي، ڪي لفظ هن ويبسائٽ جا سمجهه ۾ نه آيا، ۽ انهن جي تصحيح ڪري نه سگهيس.)

# گفتار پهرين

# سچ

# Of Truth

گهڻن ماڻهن کي جدا جدا راين ڏيڻ جي ڏادي خوشي ٿيندي آهي، ۽ پائيندا آهن ته هڪڙي ئي راءِ تي تعلق رهڻ، يا هڪڙيءَ ئي ڳالهه تي ڪو پروسو رکڻ، هڪڙي قسم جو بند آهي، تنهن ڪان جيئن وٽين تيئن خيال پچائيندا آهن ۽ جيئن مرضي پوين تيئن ڪم ڪندا آهن ۽ هڪڙي حال تي ڪين رهندا آهن، انهي قسم جا حڪيم ۽ فلسوف اڳئين زماني ۾هوندا هئا، پر هاڻي به ڪي ماڻهو، ٿورو ڪي گهڻو، اها ڏاهپ ويڙهائيندا آهن، ڪن ڪن ماڻهن کي ڪوڙ وڻندو آهي، تنهن جو سبب چا آهي ته انهي ڪري ته تمام گهڻي محنت ۽ مشڪلات ڪانپوءِ سچ هٿ ٿو لڳي ۽ معلوم ٿو ٿئي، نڪي انهي ڪري ته ظاهر ٿئي ڪانپوءِ سچ ماڻهن جي خيالن کي روڪي ٿو، يعني هنن کي اجايا سجايا خيال ڪرڻ نٿو ڏئي، پر سبب رڳو اهو آهي ته هنن کي ڪوڙ مان هڪڙِي قسم جي سپاويڪ لذت ٿي اچي، جا چڱي نه سمجهڻ گهرجي.

يونان جي ڪن ڏاهن انهيءَ ساڳيءَ ڳالھ جي ڇڪاس ورتي آهي، پر سمجهي نه سگهيا آهن ته ڪوڙ ۾ ڇا آهي، جو ماڻهن کي هيترو ٿو وڻي، نڪا منجهائنس ڪا خوشي حاصل ٿي ٿئين، جهڙي شاعرن کي ٿيندي هوندي، نڪو منجهائنس ڪو نفعو ٿو ملين، جهڙو واپارين کي ملندو هوندو: تڏهن وري ڇا لاءِ ڪوڙا کي ڪوڙ ڇاڻي پسند ٿا ڪن، خبر نٿي پوي ته ڇو! پر، سچ گويا نهايت صاف ۽ کليل روشنائي آهي، جنهن ۾ هن دنيا جا سانگ ۽ پتلن جا کيل اهڙا چڱا ۽ مزي وارا ڏسڻ ۾ نٿا اچن، جهڙا هوند ڏيئي جي سوجهري ۾ اچن، سچ کي موتيءَ جي قيمت ڏئي سگهجي ٿي، جو ڏينهن جو چڱو ۽ آبدار ڏسڻ ۾ اچي ٿو، پر ان کي هيري جيتري قيمت ڏئي نٿي سگهجي، جو گهڻن ۽ قسمين قسمين روشنائين ۾ چڱو ۽ جلويدار ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ڪوڙ ۽ سچ گڏڻ مان هميشه ماڻهن کي وڏيڪ سرهائي حاصل ٿئي ٿي، يقين آهي ته جيڪڏهن ماڻهن جي دلين مان هر طرح جا اجايا خيال، مغروريون، اميدون، ڪوڙا پروسا وغيره ڪڍي ڇڏجن، ته اڪثر ماڻهن جون دليون فڪر ۽ غم، ڳڻتي ۽ شوخيءَ ۾ اهڙيون سسي ڪومائجي وڃن، جو خود ڪين به نه وڻن، هڪڙو پڙهيل ماڻهو، شعر تي تهمت رکي، چوي ٿو ته ”اهو شيطاني شراب آهي، ڇاڪاڻ جو دل ۾ هزارين ڪوڙا خيال وجهي ٿو“، پر،

تڏهن به، شعر کي في الحقيقت ڪوڙ نه چئبو، ڇا لاءِ ته شعر ڪوڙ جي وسيلي سان سچ ظاهر ڪري ٿو، ۽ ڪنهن به طرح ماڻهو کي ٺڳي نٿو، جنهن ڪوڙ مان خرابي پيدا ٿي ٿئي، سو اهو نه آهي، جو رڳو دل مان گذر ڪري وڃي ٿو، پر اهو آهي جو دل ۾ ويهي وڃي ٿو، ۽ ڄمي رهي ٿو، هن نڪتي بابت ماڻهن جا ڪهڙا به اجايا رايا هجن، تڏهن به سچ پنهنجو قدر پاڻ ٿو ڄاڻي، يعني سچ کي رڳو سچيءَ دل سان سڃاڻي سگهبو، نه ڪنهن ٻي طرح، تنهن ڪري انسان جي لاءِ تمام وڏي چڱائي اها آهي ته هميشه سچ جي ڳولا ۾ رهي، جنهن مان معلوم ٿيندو ته هيءُ سچ کي پسند ٿو ڪري، هميشه سچ کي سڃاڻي ۽ ڄاڻي، جنهن مان معلوم ٿيندو ته هيءُ پاڻ سچو آهي ۽ هميشه سچ تي پروسو ڪري، جنهن مان معلوم ٿيندو ته هن کي سچ مان لذت ۽ فرحت ٿي اچي.

لوقريشوش، هڪڙو رومي شاعر، چوي ٿو ته ”سمنڊ جي ڪناري تي بيهي جهاز لڏندا ۽ ڦرندا ڏسي، هڪڙي طرح جي خوشي پيدا ٿي ٿئي، ۽ وري ڪنهن وڏي ماڙيءَ جي دريءَ وٽ بيهي، هيٺ لڙائي هلندي ۽ ماڻهو مرندا ڏسي به هڪڙيءَ طرح جي خوشي پيدا ٿي ٿئي، پر جا خوشي سچ جي اتاهينءَ ٽڪريءَ تي بيهي هيٺ ماڻڙ ۾ ڀلن چوڪن، ۽ بخارن ۽ طوفانن ڏسڻ مان ٿي ٿئي، تنهن جهڙي ٻي ڪائي

خوشي ڪانهي، ۽ مگر شرط اهو آهي جو ڏسندڙ رحم ڪائي ۽ مغرور نه ٿئي“ . انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي ته جنهن ماڻهوءَ جي دل محبت ۽ نيڪ نيتيءَ سان ڀريل آهي، خدا تعاليٰ تي پڪو ڀروسو رکي ٿو ۽ سچ ڪان مور ٻاهر پير نٿو ڀري، اهو ماڻهو ڄڻ ته هن ئي جهان ۾ بهشت منجهه آهي.

هاڻي عقلي ۽ ديني سچ کي ڇڏي، دنيوي سچ جو ٿورو بيان ٿو ڏجي، دنيوي سچ جو مطلب آهي، دنيا جي وهنوار ۽ ڪم ڪار ۾ سچ ڳالهائڻ. هيءَ ڳالهه سڀڪو ماڻهو مڃيندو ته راستبازيءَ ۽ سنئينءَ هلت ڪرڻ مان انسان جي طبيعت ۽ ذات جو شرف ظاهر ٿئي ٿو، ۽ سچ ۾ ڪوڙ ګڏڻ اهڙو آهي، جهڙو سون يا رپي جي سڪي ۾ مٿ، جنهن ڪري ان جي هلندي ۽ ان جي رواج گهٽو ٿئي ٿو، پر ان جو اصلڪو قدر ۽ اصلڪي قيمت گهٽ ٿي وڃي ٿي، ڏنگي هلت ۽ ورن وڪڙن واري چال رڳو سپن ۽ نانگن کي ٺهي ٿي، جي پيرن تي نٿا هلن، پر پيٽ پرگيسيون ڪائي ٿا رڙهن، ڪوڙ ۽ ٺڳيءَ ظاهر ٿيڻ ڪري ماڻهوءَ کي جيترو شرم ٿو ٿئي، اوترو ڪنهن به ٻيءَ خرابيءَ يا بديءَ ۾ نٿو ٿئي، هڪڙي ڏاهي جو قول آهي ته ”جڏهن چئجي ٿو ته فلاڻو ماڻهو ڪوڙ ڳالهائي ٿو، تڏهن حقيقت ڪري ان جي معنيٰ اها آهي ته فلاڻو ماڻهو انسان ڪان ڊڄي ٿو، پر خدا تعاليٰ کي سامهون ٿو ٿئي“.

# گفتار بي

## موت

## Of Death

ماڻهو مرڻ کان اهڙو ڊڄن ٿا، جهڙو ٻار اونداهيءَ ڪوٺيءَ ۾ وڃڻ کان، ۽ جهڙي طرح ٻالهيون ٻڌي ٻارن جو ڊپ وڌندو آهي، تهڙيءَ طرح ماڻهن جو يقين آهي ته جڏهن خيال ڪجي ٿو ته موت پاپن ۽ گناهن جو اجورو يا نتيجو آهي، ۽ موت هن جهان مان هن جهان ۾ نيئي ٿو، تڏهن هڪڙو سچو ۽ ديني ڊپ دل ۾ پيدا ٿئي ٿو، پر جڏهن خيال ڪجي ٿو ته "ڪل نفس ذائقته الموت"، ۽ سمجهي ٿو ته انسان مرڻي وٿ آهي، تڏهن ڊپ جي لاءِ ڪوبه پڪو سبب ڪونهي، انهيءَ هوندي به، ڪن ڪن ڌرمي خيالن ۽ قولن ۾ اڪثر پرم ۽ ڊونگ گڏيل آهي، ڪي ڪي ڌرمي پڙهيل ماڻهو چون ٿا ته پهريائين خيال ڪرڻ گهرجي ته رڳو هڪڙي آڱر نيوڙڻ ۽ چيچلائڻ مان ڪيترو ايذاءُ ٿو پهچي، پوءِ انهيءَ مان تپاس ڪري سگهبو ته مرڻ ۾ ڪيترو نه گهڻو عذاب هوندو، جڏهن سڄو ئي بدن ناس ٿي وڃي ٿو! مگر، حقيقت ڪري، اڪثر موت ۾ ايترو به ايذاءُ ڪونهي، جيترو ڪنهن هڪڙي عضوي کي چيوٽڻ ۾ آهي، چاڪاڻ

جو جن جزن ۽ عضون تي حياتيءَ جو سچو دارومدار آهي، انهن حواسن جي گهٽي چستي ڏسڻ ۾ نٿي اچي، يعني انهن  تي اوترو اثر نٿو ٿئي، هڪڙي ڏاهي جو چوڻ آهي ته ”خود موت کان موت جو پاهريون ڏيک وڌيڪ خوفناڪ آهي“ روئڻ، پٽڻ، بچڙي حال ۾ رهڻ، مائٽن مٽن کي رڙندو ڏسڻ، ڪارا ڪپڙا ڪرڻ ۽ ٻيون ماتم جون رسمون بجا آڻڻ، اهي ئي ڳالهيون آهن، جن جي ڪري موت هيبتناڪ ڏسڻ ۾ ٿو اچي، نه ته منجهس ڪي ڪين آهي، مولوي جلال الدين رومي پنهنجي مثنويءَ ۾ فرمائي ٿو ته

مرگ ما را زندگيءَ ديگر است،
زهر مرگ از شهد شيرين خوشتر است،
مرگ سازد مغز را صافي ز پوست،
تا رساند دوست را نزديک دوست.

يعني اسان لاءِ موت ٻي زندگي آهي
موت جو زهر اسان لاءِ ماکيءَ کان وڌيڪ مٺو آهي
موت دماغ مغز کي کل جسم کان آزاد صاف ڪري ٿو وٺي.
انهي  لاءِ ته جيئن دوست (انسان) کي  دوست (الله) سان ملائي

پڙرو هجي ته ماڻهوءَ جي دل ۾ ڪيترين ئي خواهشون، سڌون ۽ پيا حرص ۽ هوس آهن، انهن مان هڪڙو ضعيف هوس، موت جي پرواه نٿو رکي، ۽ ان کان ڊپ نٿو ڪري، بلڪه ڊپ کي هٽائي ٿو ڇڏي، تنهن ڪري ، جڏهن انسان وٽ اهڙيون شيون هڪيون ۽ حاضر بيٺيون آهن، جي لڙائيءَ ۾ هن کي چيتي ڇڏين، تڏهن موت کي اهڙو سخت دشمن نه سمجهڻ گهرجي، وير موت جي فتحياب آهي، عشق موت کي ليکي به نٿو ۽ سندس پرواه به ڪانه ٿو رکي، جيئن چيو اٿن ته ”عاشق سودو سر جو، پايو وتن پاند“ ننگ ۽ ناموس، موت ڏي وڃڻ جي خوشي ٿو ڏيکاري:

مردن کس به نيک فرجامي،
بهتر از زندگي به بدنامي.

ڏک موت ڏانهن اڏامي وڃي ٿو، ڪيئن جو ”مرڻ مان دل ڏکوين کي به راحت ۽ شفا پهچي“ ڊپ، موت کي اڳهن آيو ٿو سمجهي، چوڻ ۾ به آهي ته ”گيدي چکن موت، ڏه ڏه پيرا ڏينهن ۾“. رڳو رحم به ماڻهن کي موت ڏي مائل ڪري ٿو، جيئن تاريخ ۾ لکيل آهي ته ”آٿر روم“ شهنشاه پاڻ کي ماري وڌو، تڏهن سندس سپاهين مان ڪيترن، رحم ۽ نمڪ حلالي ڪري، پاڻ تي جان فدائي اختيار ڪئي، وري ڏسجي ٿو ته ڪي ماڻهو، جي نڪي بهادر آهن، نڪي

عذابن ۾ ئي آهن، سي ساڳيو ڪم وري وري ڪري ٿڪجي پيا آهن، ۽ اهڙو پاڻ مان ڪڪ ٿيا آهن، جو مرڻ قبول ڪيو اٿن، هيءَ به ڳالھ ڌيان ڏيڻ جوڳي آهي ته موت جي پهچڻ ڪري گهڻن ماڻهن جي طبيعت ۾ خوش مزاجي ڦري نٿي وڃي. هو پوئين پساهه تائين هڪ جهڙا ٿا رهن، روم جي شهنشاهه ”اغسوتوس“ جي ڳالھ لکن ٿا، ته ڪنهن کي آدر ڀاءُ ڪندي مري ويو، شهنشاهه ”طبريوس“ ، ڍونگ ڪندي ساهه ڏنو، ”وسفاشيون“ ڪرسيءَ تي ويٺي ويٺي، چرچي ۾ هلندو رهيو، غالبن، سزا جي فتوا ڏيندي دم ڏنو، ۽ ”صفتميوس“ تڪڙ ڪندي مري ويو، اهي ته رڳو روم جي شهنشاهن جا مثال آهن، پر اهڙا ٻيا ڪيترائي مثال تاريخن مان ملي سگهندا.
مرڻ به اهڙي سپاويڪ ڳالھ آهي، جهڙو ڄمڻ، ننڍي ٻار کي شايد مرڻ ۾ ايترو عذاب ايندو هوندو، جيترو ڄمڻ ۾، جيڪو ماڻهو ڪنهن ڪم جي شوق ۾ يا ڪنهن شيءِ جي طلب ۾ مري ٿو، اهو اهڙو آهي جهڙو ڪو جوش ۽ چوھ ۾ ڦٽجي، جنهن کي انهيءَ مهل زخم جي ڪابه خبر ڪانه پوي ٿي.
تنهن ڪري، ڪنهن چڱيءِ شيءِ تي شوق سان دل ڄمائڻ ۽ ميل ڪرڻ ڪري، موت جو ايذاءُ پاسي ٿئي ٿو، پر سڀ کان چڱي ڳالھ هيءَ آهي ته جڏهن ماڻهوءَ جي من جون

چڱيون مرادون پوريون ٿين، تڏهن خير سان چالاڪي ڪرڻ ۾ ارهو نه ٿئي، موت ۾ هيءُ به خاصيت آهي، ته چڱي نالي ۽ ناموس جو در کولي ٿو ۽ حسد ۽ وير کي اجهائي ڇڏي ٿو.

# گفتار ٿين

## دوستي

1. **.27** *Of Friendship* (1612, rewritten 1625)

”ارسطاطاليس“ حڪيم جو قول آهي ته ” جنهن ماڻهوءَ کي اڪيلائي وڻي ٿي، سو يا ته جهنگلي جانور آهي: يا ديوتا“ . اهو قول سچو ئي سچو ناهي، اڌ سچو آهي، جي ماڻهو هيڪلائيءَ کي پسند ڪن ٿا، تن مان جهنگلي جانور جي سڀاءُ جي بوءِ برابر اچي ٿي، پر خدائي سڀاءُ يا خدا جي وليءَ جي سڀاءُ جي بوءِ نٿي اچي. هي درست آهي ته ولي يا پيا عبادتي ماڻهو هيڪلائي انهيءَ ڪاڻ گهرندا آهن ته دنيا جي ڌنڌن کان بلڪل فارغ ٿي، هڪ مهاڙو، خدا تعاليٰ جي عبادت ۽ مناجات ۽ ذڪر ۾ مشغول رهڻ جو وجهه ملين، تاريخن مان ڪيترائي مثال ملي سگهن ٿا، جن مان معلوم ٿئي ٿو ته گهڻن ماڻهن فقيريءِ بلڪ، خدائي جو دم هڻي، ڍونگ ڪري، وچي جهنگ ۾ گذاريو آهي، اگرچ

ڪن ٿورن سچي پچيءَ عبادت جي لاءِ به وچي جهنگ ۾ گذاريو آهي.
پر ماڻهن کي خبر نٿي پوي ته اڪيلائي ڇا کي ٿو چئجي، صحبت ۽ اڪيلائيءَ ۾ ڪيترو ۽ ڪهڙو فرق آهي، ماڻهن جو گهڻو ئي گوڙ هوندو، ته به ضرور ڪونهي ته منجهن صحبت هجي، پوءِ جي منجهن محبت ۽ صحبت نه هوندي ته هيترا منهن ڪهڙي ڪم جا؟، هو رڳو ڪاغذ يا بت جي تصويرن وانگي آهي، ۽ هيترو ڳالهائڻ ڪهڙي ڪم جو؟ هو رڳو گهنڊ جي گهڻ، گهڻ وانگي آهن. چوٽي آهي ته وڏو شهر، وڏي اڪيلائي“، تنهن جو سبب هي آهي جو وڏن شهرن ۾ دوست پکڙيا پيا آهن، تنهنڪري جا صحبت ۽ جا سنگت ننڍن ڳوٺن ۽ پاڙن ۾ آهي، سا اڪثر انهن ۾ ڪانهي، نسورو سچ ته اهو آهي، ته صحبت ۽ دوستيءَ کان سواءِ سڀ اڪيلائي آهي، سچن دوستن ڌاران دنيا سڄي ويران ۽ خراب آهي، ۽ اڪيلائي جي انهيءَ کان سواءِ ٻي ڪائي معنيٰ آهي، جنهن ماڻهوءِ جي سڀاءَ ۾ محبت، ميلاپ، ۽ دوستي ڪانهي، سو حقيقت ۾ جهنگ جو مرون آهي، انسان نه آهي.
هاڻي، دوستيءَ جا ڦل ۽ فائدن ڏيکاريندا سين:
پهريون وڏو ڦل اهو آهي، ته انسان جي دل ۾ سڀاويڪ خواهشن ۽ هوسن ڪري جو سوز ۽ پرتيون پيدا ٿين ٿيون،

سي لهيون نڪريو وڃن. آرام ۽ سک حاصل ٿئي ٿو، سڀ ڪنهن کي خبر آهي ته بدن ۾ ساهه جي بندش ۽ گهٽ ڪري جي مرض پيدا ٿين ٿا، سي نهايت خوفناڪ آهن، دل سان به اهو ساڳيو حال آهي، جيري کي ڇٽائڻ لاءِ ماڻهو عشبو کائين ٿا، ٻرهل جي لاءِ رڪ جو عرق کائين ٿا، ڦڦڙن جي لاءِ گوگرد يا گندڪ کائين ٿا ۽ مغز جي لاءِ بادام روغن يا مڇيءَ جو تيل پين ٿا، پر دل جي ڇٽائڻ لاءِ ، سچي ايماندار جاني دوست کان سواءِ، ٻيو ڪوئي نسخو يا علاج ڪونهي: پنهنجي دوست کي پنهنجي اندر جا ڏک، سور اوري ۽ خوشيون، اميدون، ڊپ، شڪ، رايا، صلاحون سڀ ٻڌائي، جيڪو هانو تي بار آهي، سو سڀ ماڻهو هلڪو ڪري ٿو. اچرج جي ڳالهه اها آهي جو وڏن وڏن بادشاهن وٽ دوستيءَ جي هن ڦل جو تمام گهڻو قدر آهي، ۽ ان جي تمام گهڻي گهرج آهي، هو پنهنجي سلامتيءَ ۽ وڏائي کي ڊپ ۾ وجهيو به، ان کي خريد ڪن ٿا، بادشاهه پنهنجي رعيت ۽ پنهنجن نوڪرن کان، نصيب ۽ شان ۾، گهڻو مٿي ۽ پري آهن، تنهن ڪري هنن کي هيءُ ڦل اهڙيءَ سهنجائيءَ سان نٿو اچي، مگر انهيءَ شرط، جو هو ڪنهن کي چاڙهي چاڙهي آڻي پنهنجو سنگتي يا دوست ڪن، يا پاڻ سان مٽ يا برابر ڪن، جنهن مان اڪثر جوکو پيدا ٿئي ٿو، اهڙي ماڻهوءَ کي هن زماني ۾ ”مقرب“ سڏين ٿا، جڻ ته بادشاهه

رڳو هن کي پنهنجي ويجهو ويهاري، هن سان اوپاريون لهواريون ڳالهيون ڪري ٿو: پر حقيقت ۾ ائين ناهي، اڳين ڏينهن ۾ رومي ماڻهو، سچو سبب ڄاڻي، اهڙي ماڻهو کي ” شريڪ الافڪار“ ڪري سڏيندا هئا، يعني جي بادشاهه جي ڏکن ۽ سکن ۾ حال پائي هجي، اها ئي ڳالهه آهي، جنهن ڪري هڪڙي وڏي ماڻهوءَ ۽ هڙي ننڍي ماڻهوءَ جي وچ ۾ اهڙو پيوند پيدا ٿئي ٿو.
تاريخن پڙهڻ مان اسان کي معلوم ٿيندو ته اهو حال نه رڳو ضعيفن، پرمتن ۽ پهه وارن بادشاهن جو آهي، پر تمام ڏاهن، سياڻن ۽ اٽڪل وارن بادشاهن جو به آهي، انهن اڪثر پنهنجن خدمتگارن مان ڪن کي چاڙهي آٽي پاڻ سان گڏيو آهي ۽ انهن کي پاڻ پنهنجي زبان مبارڪ سان ”دوست“ ۽ ”ادا“ ڪري سڏيو اٿن هو ته انهن کي ائين چاڻن ۽ ائين سڏين، جهڙيءَ طرح عام دوست هڪٻئي کي سڏين ٿا، روم جي شهنشاهن مان ”سلا“ گهڻيءَ مهرباني سان، ”فامفيوس“ کي اهڙو مٿي چاڙهيو، جو هو ٻڌاڪ هڻندو هو ته آءُ شهنشاهه کان به وڌيڪ زور وارو آهيان، ۽ آخر ”اعظم“ جو لقب مليس، ”يوليوس گچ“ جيتري ورثي جي وارث به ڪيائين، ۽ آخر موت به ان جي ئي هٿان آيس.
”اغسطوس“ قيصر به انهيءَ طرح ”اعربفوس“ کي مٿي کنيو، جو تمام نيچ ذات جو ماڻهو هو، ۽ انهي ساڳي کي

پنهنجي ڏيءَ پرڻائڻ جي ٿي ڪيائين. ”طبريوس“ قيصر وري ”سجينوس“ کي ايترو مٿي چاڙهيو، جو ماڻهو انهن بنهي کي يارن جو جوڙو ڪري سڏيندا هئا ۽ هڪري پيري ته ”سجينوس“ ڏي خط ۾ هي لفظ لکيائين ته ”هي هي ڳالهيون، پنهنجي دوستي جي ڪري“ مون توکان ڪين لڪايون آهن“، اهڙو حال وري ”سفطميوس“ جو هو، جنهن پنهنجي پٽ کي زور ڪري ”فلافينوس“ جي ڌي پرڻائي، چاڪاڻ جو هن سان گهڻي محبت هوندي هيس، ۽ انهي شخص بابت هڪڙي خط ۾ لکي ٿو ته ”آءُ فلاڻي کي ايترو ٿو گهران، جو پانيان ته شل هن کي جيئرو ڇڏي آءُ مري وڃان“، انهن ۾ اسين ٻيو مثال ”هارون الرشيد“ بغداد جي مشهور خليفي، جو گڏيون ٿا، جو ”جعفر برمڪي“ سان همراز ۽ همنشين هو، ساڳيو حال، محمود عزنوي ۽ ”اياز“ حبشيءَ جو هو، اهڙا ٻيا ڪيترائي مثال ملي سگهندا، هاڻي ڏسبو ته هي سڀ بادشاه جي ذرو ضعيف ۽ ساڏو هجن ها ته به چئجي ته هنن پنهنجي چڱي سڀاءُ جي ڪري اهڙي نرم هلت ٿي ڪئي، پر انهن مان ته هڪڙو هڪڙو اهڙو ڏاهو ۽ عقل وارو اهڙو جابر ۽ همٿ وارو، اهڙو مغرور ۽ حشمت وارو ٿي گذريو آهي، جو سڀني تاريخن ۾ مشهور آهي. انهي هوندي به ڏسڻ ۾ آيو آهي ته ڪنهن دوست وٽڻ کان سواءِ هنن پنهنجي خوشي اڌو

گابري ۽ اٽپوري چاتي آهي ۽ دوستيءَ ۾ سچي ساري خوشي حاصل ڪئي اٿن، وري انهن ساٿين کي زالون به هيون، پٽ به هئا، پائيٽيا به هئا، پاٽيجا به هئا، جن مان هنن کي دوستيءَ جي آسيس ۽ تسلي نه ملي سگهي آهي، اهڙو اثر دوستيءَ ۾ آهي!

”چارلس“ ، برگنڊي ڏيهه جي بادشاهه، ۽ ”لوئيز“ فرانس ڏيهه جي بادشاهه بابت لکن ٿا ته هو پنهنجي دل جي ڳالهه ڪنهن کي ڪين ٻڌائيندا هئا، جنهن ڪري پڇاڙيءَ جي ڏينهن ۾ هو هميشه خفي ۾ گذاريندا هئا، ۽ آخر، ڪرڪي جهرڪي، پنهنجي سمجهه ۽ پنهنجا حواس گم ڪري ڇڏيائون، سچ آهي ته جن ماڻهن کي پنهنجي اندر اورڻ لاءِ ۽ پنهنجي ڳجهه ڳوهڻ لاءِ ڪو دوست ڪونهي، سي ڄڻ ته پنهنجيءَ دل جو پاڻ رت پين ٿا ۽ پنهنجا پاڻ خونخوار دشمن ٿين ٿا، ”فيٿا غورث“ حڪيم جو به اهڙو ئي قول آهي، جو چوي ٿو ته ”پاڻ پنهنجي دل کائڻ نه گهرجي“، دوستيءَ ۾ مزي جهڙي ڳالهه اها آهي، جو دوست کي پنهنجي اندر جي ڳالهه ٻڌائڻ مان به مخالف اثر پيدا ٿين ٿا، هڪڙو ته خوشي ٻيڻي ٿي ٿئي، ٻيو ته ڏک اڌو اڌ ٿا ٿين. چاڪاڻ جو دل جي خوشيءَ جي ڳالهه پنهنجي دوست کي ٻڌائڻ ڪري ماڻهو پاڻ به خوش ٿيندو، ۽ دوست به ساڻس گڏ خوشي ڪندو، وري ڏکن ٻڌائڻ ڪري، اڌ ڏکن جو ورهائي هو ڪٽي ويندو

۽ رڳو اڌ سندس پٽيءَ ۾ رهندو، جنهن ڪري سندس ڏکن جو بار هلڪو ٿي پوندو، حقيقت ۾ دوستيءَ کي انسان جي دل تي اهڙو اثر آهي، جهڙو ڪيمياگر جي پٿر يا اڪثير ۾ ٿيندو آهي، جو منجهائنس ڪيترا به ضد اثر پيدا ٿيندا، ته به هڪڙو نه ٻيو فائدو پهچندو ئي پهچندو.

دوستيءَ جو ٻيو ڦل، سمجھ ۽ سچائپ جي سڌارڻ لاءِ اهڙو مفيد ۽ اثرائتو آهي، جهڙو پهريون ڦل سپاويڪ خواهشن ۽ هوسن جي لاءِ آهي، ڇاڪاڻ جو انسان جي خواهش ۾ جيڪي غمن ۽ دردن جا غبار ۽ طوفان آهن، سي سڀ دوستي ٺوڙي نه رڳو صاف صفائي ڪري ٿي، پر انسان جي سمجھ ۽ عقل تي جيڪا فڪرن ۽ مونجهارن جي اوندهه آهي، تنهن کي ٺاريو روز روشن ڪريو ڇڏي، دوست جي صلاح ۾ ايتري مؤثر قدرت آهي، پوءَ اها ايمانداريءَ ۽ سچائي جي صلاح هجي، نه هجي، ته به ايتري پڪ آهي ته جنهن ماڻهوءَ جي دل تي گهڻا فڪر ۽ خيال هوندا، سو جي پنهنجا اهي خيال ڪنهن ٻئي کي چئي ٻڌائيندو، ته سندس فهم ۽ عقل صاف ٿيندو، انهيءَ ڪري هو سهنجائيءَ سان پنهنجا خيال ٻڌائيندو، ته سندس فهم ۽ عقل صاف ٿيندو، انهيءَ ڪري هو سهنجائيءَ سان پنهنجا خيال اٿلائي پٿلائي ٿو ۽ چڱيءَ طرح ٺاهي ٺوڪي ٿو ۽ خبر پويس ٿي ته اهي خيال جڏهن ڦيرائي لفظن ۾ وجهن ٿا، تڏهن ڪيئن ٿا ڏسجن،

آخر ائين ڪرڻ ڪري، هو وڏيڪ ڏاهو ۽ سياڻو ٿئي ٿو ۽ ايتري ڏاهپ هو هڪڙي ڪلاڪ جي گفتگو مان حاصل ڪري ٿو، جيتري هو سچي ذهن جي خيال مان ڪين ڪري سگهندو، دوستيءَ جو اهو ڦل سمجهه سڌارڻ لاءِ نه رڳو اهڙن دوستن سان لاڳو آهي، جي ڪا صلاح ڏئي سگهن، (اهڙا ملن ته وڏا طالع) پر ڪهڙا به هجن، ته به ڳالهائڻ ڪري ماڻهو پنهنجو پاڻ سڪي ٿو، پنهنجو خيال صاف ڪري ٿو، ۽ پنهنجو عقل تيز ڪري ٿو، جهڙي طرح ڪو ڪپ روهيءَ تي تکو ڪجي: مطلب ته ماڻهو پنهنجا خيال ڪنهن بت يا تصوير سان وجي ظاهر ڪري، ته به چڱو، انهن کي دل ۾ سانڍي نه رکي، ۽ اندر ۾ گهٽي ۽ ٻوساٽي نه وجهي.

هاڻي انهيءَ دوستيءَ جي ٻئي ڦل پوري ڪرڻ لاءِ، هڪڙي ظاهر ڳالهه ڏيان ۾ آڻڻ گهرجي، اها ڪنهن دوست جي سچي ۽ ايمانداري جي صلاح آهي. ”هر اقليطوس“ حڪيم چوي ٿو ته ”خشڪ روشنائي هميشه چڱي ۽ فائدي واري آهي ۽ پڪ آهي ته ٻئي جي صلاح ۽ مصلحت مان جا ماڻهوءَ جي اندر کي روشنائي پهچي ٿي، سا خشڪ به آهي ۽ صاف به آهي. جا روشنائي خود پنهنجي سمجهه ۽ عقل مان ملي ٿي، سا مدامي عادتن ۽ دل جي هوسن سان گهميل آهي، تنهنڪري، ڪنهن دوست جي صلاح ۽ خود پنهنجي صلاح

جي وچ ۾ اهڙو پير آهي، جهڙو پنهنجي دوست جي صلاح ۽ ڪنهن خوشامد ڪندڙ جي صلاح جي وچ ۾ آهي، جيترو ماڻهو پاڻ پنهنجي خوشامد ٿو ڪري، اوتري ڪوئي به ٻيو نٿو ڪري، ۽ خود پنهنجيءَ خوشامد جو علاج اهو آهي، جو پنهنجي دوست سان کلي ڳالهه ڪجي.

صلاح ٻن قسمن جي ٿيندي آهي، هڪڙي آدابن ۽ اخلاقن بابت، ٻي ڪم ڪار بابت.

پهرئين قسم بابت ياد رکڻ گهرجي ته دل کي تندرست رکڻ لاءِ دوست جي سچيءَ صلاح کانسواءِ ٻيو ڪوئي علاج ڪونهي، پنهنجو پاڻ کي چڱن ٻچڙن ڪمن جو حساب پڇڻ ۽ وٺڻ به هڪڙو علاج آهي، پر انهي مان گهڻي مشقت ۽ زحمت پهچي ٿي، چڱن اخلاقن بابت جيڪي ڪتاب لکيل آهن، تن جي پڙهڻ مان به اوترو گهڻو اثر ڪونه ٿو ٿئي، پنهنجا عيب ٻين ۾ ڳولڻ ۽ نهارڻ به ڪڏهن ڪڏهن غير واجب ڏسجي ٿو، بهتر ۽ سڀ کان چڱي اها ڳالهه آهي، ته دوست جي صلاح وٺجي، افسوس جهڙي ڳالهه آهي جو وڏن وڏن ماڻهن کي پنهنجي حال کولڻ لاءِ ڪو دوست ڪونه آهي، ۽ انهيءَ ڪري هو ڏاڍو نقصان سهن، جهڙو مال متاعُ لٽائين، تهڙو ننگ ناموس وڃائين، جيئن هڪڙي مذهبي ڪتاب ۾ فرمايل آهي ته ”هي ماڻهو ڪڏهن ڪڏهن آرسي ۾ نهارين ٿا، ۽ اتي جو اتي پنهنجي شڪل وساريو ڇڏين!“

ٻئي قسم بابت، يعني ڪم ڪار لاءِ، ياد رکڻ گهرجي ته هڪڙيءَ اک ڪان ٻه اکيون وڌيڪ ڏسن ٿيون، جوارين يعني جوا کيڏڻ وارن ڪان تماشي بين وڌيڪ ڏسي ٿو، ڪاوڙيل ۽ شوخ ماڻهو ڪان ڌيرج ۽ تحمل وارو ماڻهو وڌيڪ ڏاهو ٿئي ٿو، ۽ بندوق هٿ ۾ جهلي هڻڻ ڪان، ڪنهن شيءِ تي رکي نشان چٽڻ ۾ وڌيڪ پڪائي آهي، اهڙين سچين ڳالهين ڪي جيڪڏهن ڪو ماڻهو برخلاف ڄاڻي هلندو ۽ چوندو ته هڪڙي اک به ايترو ٿي ڏسي، جيترو ٻه اکيون ٿيون ڏسن، وغيره ۽ انهيءَ کي سياڻپ ڄاڻي مٿس عمل ڪندو، ته ڪري سگهي ٿو، پر، ڪم نبري ڪان پوءِ چڱي صلاح جو اثر اهو آهي، جو هن کي ٻڌائيندي ته ائين ڪرڻ غلط آهي ۽ هيئن ڪريئن ڪرڻ سياڻپ آهي.
جيڪڏهن ڪو ماڻهو پانئي ته آءُ علحديون صلاحون وٺان، يعني هڪڙي ڪم ۾ هڪڙي ماڻهوءَ جي صلاح ۽ ٻئي ڪم ۾ ٻئي ماڻهو جي، ته اهو به چڱو، پر انهي مان به خوف نڪرڻ جوڳا آهن، هڪڙو اهو ته شايد هن کي سچي ۽ ايمانداريءَ جي صلاح نه ملي سگهندي، ڇاڪاڻ جو سچي ۽ ڄاڻي دوست ڪان سواءِ ٻيا ڪي ٿورا هوندا، جن جي صلاح ۽ خود مطلبي تي ٻڌل نه هوندي، ٻيو اهو ته شايد هن کي اهڙي صلاح ملندي، جنهن مان ڪيس ڪوبه جوکو يا نقصان پهچندو، جنهن ۾ ڪي علاج ڳڌيل آهن ته ڪي

خرابي، جهڙي طرح ڪنهن اهڙي طبيب کي سڏجي، جو مرض جي دوا ڪرڻ ۾ هوشيار هجي، مگر مريض جي جسم ۽ طبيعت کان غير واقف هجي، ۽ تنهن ڪري هو في الحال مرض کان ڇٽائي ڇڏي ٿو، پر ڪنهن ٻيءَ طرح بدن جي تندرستي گهٽ ڪري ڇڏي ٿو، انهيءَ طرح مرضن کي ته ٿاري ڇڏي ٿو، پر مريضن کي ماري ڇڏي ٿو، پر، جو دوست ماڻهوءَ جي حالت جو خوب واقف آهي، تنهن کي سمجهيو پيو آهي ته هن ڪم جي ڪرڻ مان هن کي ڪهڙي حرڪت پهچندي، تنهن ڪري جدا جدا ۽ پڪڙيلن صلاحن تي گهڻو ڀروسو نه رکڻ گهرجي، نه ته انهن مان تسلي پهچڻ جي بدران خرابي پهچندي.

دوستي جي مٿين ٻن ڦلن کان پوءِ ٽيون ڦل اچي ٿو، جو ڏاڙهون وانگي سڄو داڻن سان ڀريو پيو آهي، اهو هي آهي، وقت سر سڀني ڪمن ۾ ٻيلپو ڪرڻ ۽ مدد ڏيڻ، دوستي گهڻن طرحن سان ڪمائتي ٿئي ٿي، تنهن جي ڄاڻڻ لاءِ هتي ياد ڪرڻ گهرجي ته ڪيترائي ڪم آهن، جي ماڻهو پاڻ ڪري نٿو سگهي، پوءِ معلوم ٿيندو ته دوست پاڻ کان به وڌيڪ ڪمائتو آهي، ماڻهو ڪن خاص شين تي دل رکن ٿا ۽ انهن بابت ڪيترين ئي اميدون دل سان سانڍيو مريو وڃن ۽ اهي خواهشون سندن دل ۾ رهجيو وڃن، جهڙوڪ اولاد کي سنڀالڻ ۽ پرڻائڻ، يا ڪو ڪم پورو ڪرڻ وغيره،

هاڻي جي ڪنهن ماڻهوءَ کي سچو ۽ ايماندار دوست هوندو ته هن کي دلجاءِ هوندي ته منهنجي مرڻ کانپوءِ انهن شين جي سنڀالڻ وارو پيو ڪو ويٺو آهي، انهيءَ طرح ماڻهوءَ کي چڻ ته، پنهنجين خواهشن ۽ اميدن ڪري، ٻه حياتيون ملن ٿيون، حياتيءَ ۾ ته جيئرو آهي، پر گويا موئي کان پوءِ به جيئرو آهي، ماڻهوءَ کي هڪڙو جسم آهي، ۽ اهو جسم هڪڙيءَ جاءِ تي رهي سگهي ٿو، پر جتي دوستي آهي، اتي حياتي ۽ زماني جا جيڪي ڪم ڪار آهن، سي نه رڳو هن هڪڙي جي لاءِ چڏيل آهن، پر هن جي لاءِ ۽ هن جي نائب لاءِ ، چاڪاڻ جو هو اهي سڀ ڪم پنهنجي دوست جي معرفت ڪري سگهي ٿو، هزارين ڪم ۽ ڳالهيون آهن، جي ماڻهو پاڻ شائستي يا مناسب طرح سان ڪري يا چئي نٿو سگهي، ماڻهو حيا ۽ لڄ جي ڪري، پنهنجا گڻ ۽ پنهنجي تعريف پنهنجيءَ زبان سان ٻئي وٽ ڪري نٿو سگهي، ماڻهو ڪڏهن ڪو عرض پنهنجي منهن ڪري نٿو سگهي، ۽ اهڙيون ڪئين ٻيون ڳالهيون آهن، پر اهي سڀ ڳالهيون جن جي پاڻون چوڻ ڪري ماڻهوءَ کي شرم ٿو ٿئي، سي ڪنهن دوست جي واتان سهنجائيءَ سان ظاهر ٿي سگهن ٿيون. اهڙيءَ طرح، وري ماڻهو کي ڪي اهڙيون نسبتون آهن، جي هو ڪنهن به طرح پاسي ڪري نٿو سگهي، ماڻهو پٽ سان ائين ڳالهائيندو، جيئن پيءُ

ڳالهائي، نه ٻيءَ طرح، زال سان ائين ڳالهائيندو جيئن مڙس ڳالهائي، نه ٻي طرح، دشمن سان ائين ڳالهائيندو جيئن دشمن کي ٺهي، پر دوست هنجي بدران ائين ڳالهائيندو، جيئن حال سان لاڳو ۽ واجب ۽ ضرور هوندو، اهڙيون ڳالهيون ڪيتريون ئي آهن، ڪهڙيون لکي ڪهڙيون لکون. اسان قائدو ڏسي چڏيو آهي، جتي ماڻهو پاڻ چڱيءَ طرح هلي نه سگهي، نه اتي انهي قاعدي تي هلي.
جيڪو مطلق ڪو دوست ڪونه وٺندو، ته گهرجيس ته هن جهان مان لڏي وڃي، هتي هو ڪنهن ڪم جو ڪين ٿيندو، انهي ءَ بابت گهڻن پارسي شاعرن لکيو آهي.

کسي کاندر جهان ياري ندارد،
درخت عشرتش باري ندارد،

بد کسي دان که دوست کم دارد،
بدتر آنکو گرفت، بگذارد،

مردرا دوستان صاحبدل،
زيور دين و زينت دنيا است،
نعمت دهر اگرچه، بسيار است،
نعمتي بهتر از رفيق کجا است

http://www.sindhiadabiboard.org/catalogue/Litrature/Book41/Book_page1.html

# گفتار چوٿين

## پڙهڻ، يا اڀياس ڪرڻ

51[Of Studies](#) (1597, enlarged 1625)

پڙهڻ مان جهڙي خوشي ۽ خرمي حاصل ٿي ٿئي، تهڙي عزت ۽ زينت، چالاڪي ۽ هوشياري حاصل ٿي ٿئي، خوشي ۽ خرمي خانگي هلت ۾ حاصل ٿي ٿئي،
عزت ۽ زينت گفتگو ۾ حاصل ٿي ٿئي،
۽ چالاڪي ۽ هوشياري انصاف ڪرڻ ۽ ڪم جي استعمال ۾ حاصل ٿي ٿئي،
چالاڪ ماڻهو ڪوئي به ڪم چڱيءَ طرح ڪري سگهندا ۽ شايد ذري ذري جو انصاف به ڪري سگهندا. پر ڪم ڪي پوري بندوبست ۾ بيهارڻ ۽ چڱيءَ رٿ سان هلائڻ، پڙهيل ماڻهن جي لاءِ آهي.
پڙهڻ يا اڀياس ڪرڻ ۾ تمام گهڻو وجائڻ، سستي ۽ ڍرائي آهي،

علم کي ناموس ۽ زينت لاءِ گھڻو ڪم آڻڻ، فضولي آهي، سڀ ڪنهن ڪم ۾ پڙهيل قاعدن تي هلڻ، يا ذري پرزي تي ڪتابن جي شاهدي وارڻ، چريائي (چريائپ، اياڻائي، پورڙائي، پورڙائپ) آهي،

اپياس ڪرڻ مان ماڻهو جون سپاوي طاقتون ۽ عادتون ڪمال کي پهچن ٿيون،

۽ آزمودي ۽ تجربي ڪرڻ مان وري ماڻهو جو اپياس وڌي ٿو ۽ ڪمال کي پهچي ٿو، چاڪاڻ ته جيئن وڻ قلم ٿيڻ ۽ چانگجڻ ڪري زور رکي وڌن ٿا، تيئن انسان جون سپاوي طاقتون اپياس جي ڪري زور رکي وڌن ٿيون، پڙهڻ مان ماڻهوءَ کي گھڻائي حڪم ۽ ارشاد ملن ٿا، جي استعمال ۽ آزمودي ۾ نه آڻبا، ته گھڻو فائدو وارا ڪين ٿيندا، ٺڳ ۽ اٽڪلي ماڻهو، علم کي ڌڪارين ٿا، پورڙا ماڻهو علم جي تمام گھڻي تعريف ڪن ٿا ۽ عزت رکن ٿا، ڏاها ماڻهو علم تي عمل ڪن ٿا، ۽ ان کي ڪم آڻين ٿا، جنهن مان ٻين کي ڏاهپ حاصل ٿي ٿئي، اها ڏاهپ خود ڪتابن ۾ پوري ڪين پيئي آهي، پر انهن کان ٻاهر آهي، يعني جڏهن علم کي استعمال ۾ آڻجي ٿو ۽ ان تي عمل ڪجي ٿو، تڏهن ڏاهپ حاصل ٿي ٿئي، پارسيءَ واري چيو آهي ته

علم چندان که بيشتر خواني،

چون عمل در تو نيست، ناداني،

نه محقق بود نه دانشمند،
چار پائي بر اوکتابي چند،
آن تهي مغز راچه علم و خبر،
که بر او هيزم است يا دفتر!

يعني جيترو وڌيڪ علم ويٺو پڙهندين، پر جيڪڏهن تو ۾ ان تي عمل ڪرڻ جي صلاحيت ناهي ته چڻ صفا نادان اياڻو چٽ آهين. ائين ماڻهو نڪي محقق ٿو ٿئي نڪي سياڻو دانشمند. جيئن چو پائي جانور کي ڪهڙي خبر ته مٿس رکيل پارڻ جو ڪاٺيون آهن يا ڪي ڪتاب ، جيئن سورة جمعه ۾ فرمايائين ته گڏه تي اصفار تورات جا.

انهي به پريل خالي دماغ واري کي ڪهڙو علم ۽ ڪهڙي خبر ته مٿس بارڻ جون ڪاٺيون رکيون آهن يا ڪتاب دفتر رکيو آهي.

انهيءَ مطلب سان نه پڙهجي ته تڪرار ۾ پين کي ضد ڪرڻ يا منجهائڻ يا ماري مجائڻ سولو ٿئي،

انڪري انهيءَ لاءِ به نه پڙهجي ته جيڪي ڪچو پڪو پڙهجي، تنهن تي ڪمر ٻڌي ويهي رهجي، ان تي اعتبار ڪجي، ۽ ان کي قبول رکجي، ۽ نڪي انهيِءَ لاءِ ته ڳالهائڻ ۽ گفتگو ڪرڻ جو وجه ملي، پر انهيءَ لاءِ اڀياس يا مطالعو ڪجي ته ڳاله کي چڱيءَ طرح توري ۽ چڪاسي سگهجي.

ڪن ڪتابن کي رڳو چکڻ گهرجي، ڪن کي ائين ئي ڳهڻ گهرجي، فقط ڪن ٿورن کي چٻاڙي کائي هضم ڪرڻ گهرجي، يعني ڪن ڪتابن کي رڳو مٿاڇرو، هيڏي هوڏي، مطالع ڪرڻ گهرجي، ڪن کي سنياليِ يڪدم پڙهڻ گهرجي، فقط ڪن ٿورن کي، منڍ کان وٺي پڇاڙيءَ تائين، ورائي ورائي، گهڻي ڌيان ۽ محنت سان پڙهڻ گهرجي، ڪن ڪتابن جا جيڪي منتخب ٻين ماڻهن پڙهي ڪديا آهن، سي پڙهڻ گهرجن، پر اهو قاعدو رڳو ڪن ننڍن ۽ خسيس مضمون وارن ڪتابن سان لاڳو آهي،

پڙهڻ ڪري ماڻهو پڪو ٿئي ٿو،

گفتگوءَ ڪري ماڻهو چالاڪ ٿئي ٿو،

۽ لکڻ ڪري ماڻهو پورو (ڪامل) ٿئي ٿو،

تنهن ڪري جيڪو ماڻهو ٿورو لکندو هجي، تمام چڱو حافظو رکڻ گهرجيس، جيڪو ٿوري گفتگو ڪندو هجي، ته تمام چالاڪ طبع رکڻ گهرجيس، ۽ جيڪو ٿورو پڙهندو هجي ته تمام گهڻي اٽڪل رکڻ گهرجيس، جنهن ڪري جيڪي نه ايندو هجيس، سو به جهان ائين ڄاڻي ته هن کي اچي ٿو. (يعني پنهنجي جهالت لڪائڻ لاءِ به اٽڪل ڪرڻي پونديس)

تاريخن پڙهڻ ڪري ماڻهو ڏاهو ٿئي ٿو،

شعرن پڑهڻ ڪري ماڻهو خيال وارو ۽ سمجهو ٿئي ٿو،
هندسه ۽ حسابي علم پڑهڻ ڪري ماڻهو پورو ۽ قابل ٿئي ٿو،
علم طبعي (فلسفو) پڑهڻ ڪري ماڻهو گنڀير، سنجيدو ۽ شڪومند ٿئي ٿو،
منطق ۽ معاني پڑهڻ ڪري ماڻهو بحث ڪرڻ ۾ چالاڪ ۽ هوشيار ٿئي ٿو.
مطلب ته انسان جي عقل ۾ ڪهڙو به خلل هوندو يا ڪهڙي به خرابي هوندي، ته به هڪڙي نه ٻئي علم جي پڑهڻ ڪري ان کي برطرف ڪري سگهجي ٿو، جهڙيءَ طرح بدن جي مرضن کي هڪڙي نه ٻيءَ ورزش ۽ استعمال سان چٽائي سگهجي ٿو.
حڪيم چون ٿا ته گُردي، بڪين ۽ مثاني لاءِ کينوءَ جي راند چڱي آهي،
ڇاتيءَ ۽ ڦڦڙن جي لاءِ تير هڻڻ جي استعمالي چڱي آهي،
پيٽ جي لاءِ پنڌ ڪرڻ چڱو آهي،
مٿي جي لاءِ سواري فائدي واري آهي، وغيره
اهڙيءَ طرح، جيڪڏهن ماڻهوءَ جو عقل ۽ حواس بيجا ٿئي (پنهنجي جاءِ کان ٿڙي، خطاب ٿئي)، ته حسابي علم جا ڪتاب پڑهي،

جي گهٽن شين جي وچ ۾ تفاوت سمجهڻ جي اٿڪل ۽ سياڻپ نه هجيس، ته منطق جا ڪتاب پڙهي،
۽ جي ڳالهين کي چڪاسڻ ۽ ڦولهڻ ۽ ثابت ڪرڻ ۽ بيان ڪرڻ جو هنر نه هجيس، ته قاعدن (قانون) جا ڪتاب ۽ وڪالت جا دفتر پڙهي،
انهيءَ طرح، دل ۾ ڪهڙو به خلل يا عيب هوندو، ته انهيءَ جي لاءِ علاج موجود آهي، چيو اٿن ته ”هر ڪجا در ديست مانش مقرر کرده اند“.

# گفتار پنجين

## خرچ

1. **29**[*Of Expense*] (1597, enlarged 1612, again 1625)

مايا خرچڻ جي لاءِ آهي، ۽ خرچڻ عزت آبرو هٿ آڻڻ ۽ چڱن ڪمن ڪرڻ جي لاءِ آهي، تنهنڪري وڏا وڏا خرچ، وقت مناسب چاڻي ۽ مهل جي ضرورت سڃاڻي ڪرڻ گهرجن، ملڪ جا خير خواه ماڻهو پنهنجي وطني ملڪ جي بچاءَ لاءِ پاڻ کي ان تان صدقو ڪن ٿا، ۽ وچيو غازي ۽ شهيد ٿين، ۽ اهڙي طرح سخي ۽ عبادتي ماڻهو به، خدا جي واٽ ۾ پنهنجو مال ۽ اسباب لٽايو، پنهنجو خانو خراب

ڪيو ڇڏين، مگر عام خرچ ماڻھوءَ ڪي پنھنجي ھوند ۽ وس آھر ڪرڻ گھرجي، ۽ سَوَڙ ڏسي پير ڊگھيرڻ گھرجن، ماڻھو اھڙي اٽڪل ڪري، جو نوڪر نڳي نه ڇڏيس، ۽ اھڙي رٿ ھلائي، جو خرچ حقيقت ۾ ٿورو ڪندو ھجي، پر ماڻھو ڄاڻن ته گھڻو ٿو ڪري، يعني ڪم خرچ بالانشين“ رھڻ گھرجي، پڪ آھي ته جيڪو ماڻھو پانئي ته آءُ ھميشه قرض کان آزاد رھان ۽ ڇُوٽ (بي اونو) گذاريان، ته جيڪا پيدائشي اچيس، تنھن جو اڌ پنھجي عام خرچ ۾ لڳائي، ۽ جي پانئي ته پيسا ميڙيان ۽ دنيادار ٿيان، ته ٽي پتي خرچ ڪري، ٻيو سانڍي رکي، وڏا ماڻھو جيڪڏھن وڏائي ڇڏي پنھنجيءَ حالت ھوند تي نگاھ ڪندا، ۽ پنھنجيءَ پيدائش تي نھاري خرچ ڪندا، ته منجھانئن ڪي گھٽ ڪين ٿيندو، شيخ سعدي فرمائي ٿو ته

بد خل و خرچ، خود ھر دم نظر کن،

چو دخلت نيست، خرج آھسته ترکن

آمدني يا اُپت ۽ خرچ پنھنجي تي نظر رکندو رھ

جيڪڏھن آمدني اُپت ناھي (يا گھٽ آھي) ته خرچ به سنڀالي ھوريان ھوريان ڪر

پر ڪي ماڻھو غفلت ڪري ائين نٿا ڪن، ۽ ڪي ته ڄاڻي ٻُجھي نٿايو ڇڏين، ته متان پنھنجيءَ ھوند ۽ اپت جي چڪاس وٺڻ ڪري صحي ڪن ته اسان وٽ باقي ڪين

بچيو آهي ۽ انھيءَ ڪري غمگين ٿين ۽ مونجھاري ۾ رھن، پر جيستائين ڪ ڦٽن ڪي ڦولھبو ۽ چڪاسبو ڪين، تيستائين چٽي ڪين سگھندا، جيڪو انھيءَ طرح پنھنجيءَ ھوند ۽ اپت کي چڪاسي ۽ نھاري نٿو سگھي، انھيءَ کي گھرجي ته خبرداريءَ سان ماڻھو چوندي پاڻ وٽ رکي ۽ ڪم ۾ لڳائي، ۽ انھن کي اڪثر ڦيرائي گھيرائي ھڪڙا ڪدي پيا رکي، چاڪاڻ جو نوان نوڪر گھٽو ڪري وڌيڪ ٻڄن ٿا، ۽ گھٽ ھمت وارا ٿين ٿا، جيڪو پنھنجي خرچ جي چڱيءَ طرح چڪاس وٺي سگھي ٿو، مگر وقت ڪونه ٿو مليس ته گھٽا پيرا ائين ڪري، ته انھيءَ کي گھرجي ته جيڪي خرچ ضرور ٿيڻو آھي، سو ٻڌي پڪ ڪري چڏي، ماڻھو کي گھرجي ته جي ھڪڙي قسم جو خرچ ڳرو ڪري، ته ڪنھن ٻئي قسم جي خرچ کي ھلڪو ڪري، جيئن ته جي کاڌي جو خرچ گھٽو ڪري، ته ڪپڙي، گنديءَ جو خرچ ٿورو ڪري، جي جاءِ جي سينگار جو خرچ وڌيڪ ڪري، ته گھوڙي گاڏيءَ جو خرچ گھٽ ڪري، وغيره، چاڪاڻ جو جيڪو سپني قسمن جي خرچن کي وڌائيندو، سو ضرور پنھنجو خانو خراب ڪندو، قرض يا ڳھ مان ملڪيت چڏائڻ ۾ جي اوچتو تڪڙ ڪبي ته به نقصان پھچندو، ۽ جي گھٽن ڏينھن تائين ڍرائي ڪبي ته به نقصان پھچندو، چاڪاڻ ته تڪڙي وڪڻڻ مان ايترو چيھو

آهي، جيترو گهٽي وياج ڏيڻ ۾ آهي، تنهن کان سواءِ، جيڪو پنهنجي ملڪيت يڪدم ڏئي وٺي ويهي رهندو، ته سڀ سختيون پاسي ڏسي وري پنهنجين اڳوٽين گهٽي خرچ جي عادتن تي ايندو، پر جيڪو درجي ٿورو ٿورو ڪري ملڪيت وڪڻندو ايندو، سو پاڻ کي صرفي جي عادت سيکاريندو ايندو ۽ جهڙي پنهنجي عادت سڌاريندو، تهڙي پنهنجي حالت سڌاريندو، سچ آهي ته جيڪو پائئي ته آءُ پنهنجي ملڪيت وڌايان ۽ حالت سڌاريان، ته ننڍين ۽ خسيس شين کان نفرت نه ڪري،

**گهٽو ڪري خسيس رقمن وٺڻ ۾ جيتري بيعزتي آهي، اوتري خسيس خرچن گهٽ ڪرڻ ۾ ناهي،**

ماڻهوءَ کي گهرجي ته پهريندي کان سياٽپ سان خرچ ڪرڻ لڳي، جيئن هڪڙي پيري شروع ٿيو، تيئن پوءِ هليو هلندو، پر، جي ڪم ورائي ورائي نٿا ٿين، انهن تي دل جي ڪشادگيءَ سان خرچ ڪرڻ بچڙو ناهي.

# گفتار چهين

## تندرستي

Of Regiment of Health (1597, enlarged 1612, 31

طبيبن جي دوائن کائڻ کان، کاڌي سنڀالڻ ۾ وڏيڪ ڌاهپ آهي، تندرست رهڻ لاءِ سڀ کان چڱو علاج اهو آهي، جو ماڻهو پاڻ جاچي ڇڏي ته ڪهڙيءَ شيءِ جي کاڌي مان مون کي فائدو ٿو پهچي ۽ ڪهڙيءَ مان نقصان، جنهن شيءِ کاڌي بدن کي ڪا حرڪت ڪانه ٿي رسي، تنهنجي ڪم آڻڻ ۾ ايتري سلامتي ناهي، جيتري هن ۾ آهي ته جيڪا شيءِ ماڻهوءَ کي پانءِ نه پوي، سا ڇڏي ڏجي ۽ وري ان کي هٿ نه لائجي، ڇاڪاڻ جو ماڻهو گهڻو ئي اجايو سجايو کائي پيئي ٿو، جو جوانيءَ ۾ سياوي مضبوطيءَ ڪري ۽ طبع جي چُشتيءَ ڪري حرڪت نٿو پهچائي، پر پيريءَ ۾ انهيءَ جو اثر اچيو ظاهر ٿئي، پنهنجن ايندڙ ورهين جي سنڀال رکڻ گهرجي ۽ ساڳي شيءِ ورائي ڪم ۾ نه آڻڻ گهرجي، اوچتو هڪڙي قسم جوکاڌو مٽائي، ٻيو کائڻ نه گهرجي، پر جي لاچار ائين ڪرڻو پوي ته انهيءَ سان گڏ پنهنجون ٻيون عادتون به مٽائڻ کپن، جن جو بدن جي حالت تي اثر ٿيندو هجي، ڇاڪاڻ جو ملڪي ڪمن، توڙي جيڪي ڪم جسم سان لاڳاپو ٿا رکن، تن ۾، گهٽين شين مٽائڻ ڪري جيتري سلامتي آهي، اوتري رڳي هڪڙيءَ شيءِ مٽائڻ ۾ ناهي، کائڻ، پيئڻ، سمهڻ، ڪم ڪار ۽ ورزش ڪرڻ، پوشاڪ

ڏڪڻ ۽ ٻيون عادتون چڪاسڻ گهرجن، ۽ جنهن مان ڪنهن ماڻهوءَ کي ڪو نقصان پهچي، ته انهيءَ کي درجي بدرجي ڇڏيندو اچي، اهڙيءَ طرح، جو انهيءَ ڦير مان جيڪڏهن ڪو اهنج لڳي، ته وري پنهنجي اڳوڻيءَ عادت تي اچي سگهجي، چاڪاڻ جو اها مشڪل ڳالھ آهي، جو ڇئي سگهجي ته شيءِ تمام چڱي ۽ عام فائدي واري سمجهيل آهي، سا هرڪنهن خاص عام ماڻهوءَ جي طبيعت لاءِ به ضرور فائدي واري هوندي.

**کائڻ، سمهڻ ۽ ورزش ڪرڻ مهل، هميشه، خوشدل ۽ خوشحال رهڻ ڪري، ماڻهوءَ جي حياتي وڌي ٿي، انهيءَ کانسواءِ، تندرستي لاءِ اهو به ضروري آهي ته ريس ۽ حسد نه ڪجي، گهڻي انتظار ۽ مشڪل ڳالهين ۽ عميق نڪتن جي سمجهڻ ۽ حل ڪرڻ ۾ گهڻو مٿو نه کپائجي، حد کان وڌيڪ خوشي نه ڪجي، اندر جو سور زور ڪري پي نه وڃجي، پر جيڪو ڳجهو درد هجي، سو ڪڏي ظاهر ڪجي، سڀ ڪنهن ڪم ۾ اميدون ۽ آسرا گهڻا رکڻ گهرجن: خوشيءَ ۾ ٽپڻ ۽ ڪڏڻ کان، خوش طبع ۽ مرڪندو رهڻ چڱو آهي، هڪڙي قسم جي خوشيءَ ۾ گهڻي تائين رهڻ کان، گهڻن قسمن جون خوشيون پوڄڻ وڌيڪ فائدي واري عادت آهي، نيون نيون شيون ڏسي، انهن تي عجب ڪرڻ چڱو آهي، تاريخون، آکاڻيون، ۽**

**طبي مقالن جا ڪتاب پڙهڻ گهرجن، جن مان مزي جهڙا خيال دل ۾ پيدا ٿين.**

جي اصلي دوا وٺڻ کان بيزار رهبو ۽ عادت نه ڪبي، ته جڏهن ان جو ضرور پوندو، تڏهن اها بدن کي نه لڳندي ۽ پانءِ نه پوندي، جي دوا وٺڻ جي تمام گهڻي عادت ڪبي ۽ ان کي گاهه بي گاهه استعمال ۾ آڻبو، ته وري بيماريءَ مهل اوترو اثر ڪين ڪندي، تنهن ڪري اڪثر دوا کائڻ کان بهتر اهو آهي ته جدا جدا قسمن جا طعام جدا جدا وقتن ۽ موسمن لاءِ ٻڌي ڇڏجن، ۽ انهيءَ وقت کائجن، ڇاڪاڻ جو اهي طعام بدن کي گهڻي تبديلي ڏين ٿا ۽ ٿوري تڪليف رسائين ٿا، جيڪڏهن جسم ۾ اتفاق سان ڪو نئون اثر يا ڦير ڦار ڏسڻ ۾ اچي، ته انهيءَ بابت ڪنهن طبيب کان راءِ پڇڻ گهرجي، بيماريءَ ۾ تندرستيءَ جي سنڀال وٺڻ گهرجي ۽ تندرستيءَ ۾ ورزش ۽ استعمال جي سنڀال وٺڻ گهرجي، ڇاڪاڻ جو جيڪي ماڻهو تندرستيءَ ۾ سختيون ڪڍن ٿا، ۽ بدن کي جهاڳوڙين ٿا، تن کي ننڍين ننڍين بيمارين ۾ رڳو ڪاڏو ۽ جسم جي پوئواري ڇڻايو ڇڏي ٿي.

”سلسوس“ نالي هڪڙو رومي حڪيم، ڇڳيلائيءَ ۽ وڏيءَ حياتيءَ حاصل ڪرڻ لاءِ هي قاعدو ڏسي ٿو:

**”ماڻهوءَ کي گهرجي ته مخالف شيون، ڦيرائي گهيرائي واري سان استعمال ۾ آڻي، پر ٻنهي حدن مان بهتر حد ڏي**

**وڌيڪ مائل رهي، مثلن بک به جهلي ۽ گهڻو به کائي، پر انهن ٻنهي حدن مان گهٽي کائڻ ڏي وڌيڪ مائل ٿئي، جاڳي به ۽ ننډ به ڪري، پر ننډ ڏي وڌيڪ مائل ٿئي، ويهي به ۽ ورزش به ڪري، پر ورزش ڏي وڌيڪ مائل ٿئي، وغيره. انهيءَ طرح، بت کي زور به وٺائجي، ۽ سڌارو به ڏجي“.**

ڪي طبيب بيمار جي طبع خوش رکڻ لاءِ ۽ هن کي راضي ڪرڻ لاءِ ايتري ڪوشش ڪن ٿا، جو هن جي مرض جي پوري ۽ لائق دوا ڪري نٿا سگهن، ۽ ڪي وري دوا ڏيڻ ۾ قانون تي اهڙو سخت هلن ٿا، جو بيماري جي حالت تي پوري سنڀال نٿا ڏين، تنهنڪري، وچوليءَ طبيعت جو طبيب وٺڻ گهرجي، يا جي اهڙو ڪو هڪڙو ماڻهو نه ملي سگهي، ته ٻنهي قسمن جا ٻه طبيب پڇائي، ٻنهي جي صلاح وٺڻ گهرجي:

- جيڪو پنهنجي جسم جي خاص عادتن ۽ حالتن سان خوب واقف هجي، انهيءَ کي به سڏجي،
- ۽ جيڪو چڱي دوا ڏيڻ جي لاءِ مشهور هجي، انهيءَ کي به سڏجي.

# گفتار ستين

# شڪ يا گمان

1. **32***Of Suspicion* (1625)

خيالن ۾ شڪ اهڙا آهن، جهڙا پکين ۾ چمڙا، جي صاف روشنائيءَ ۾ نٿا اڏامن، پر رڳو منهن اونڌائي ۾. بهتر اهو آهي ته انهن شڪن کي بند رکجي، نه ته به انهن جي گهٽي سنڀال رکجي، ڇاڪاڻ جو هو دل کي ستايو منجهايو وجهن. دوستن کي رُسايو پڇايو ڪڍن، ۽ ڪم کي بگاڙيو سگاڙيو ڇڏين، جنهن ڪري ڪم ڪار رندجيو بيهو رهي ۽ لسو هلي نٿو سگهي. شڪ يا گمان بادشاهن کي رعيت تي ظالم ڪن ٿا، مڙسن کي زالن ڏانهن بدگمان ڪن ٿا، ۽ ڏاهن کي غم ۽ فڪر ۾ وجهن ٿا.

شڪ دل جا خلل ڪين آهن، پر مغز جا خلل آهن، ڇاڪاڻ جو اهي ڏاڍن سخت ۽ همت وارن سياڻن ۾ پيدا ٿين ٿا، (جهڙي طرح انگلينڊ جي بادشاهه هينري ستين ۾، جنهن جهڙو همت پريو ۽ وري شڪي ڪو پيو ٿورو هوندو) . اهڙن سياڻن ۾ شڪ ٿورو نقصان رسائين ٿا، ڇاڪاڻ جو اهي سڀ ڪنهن شڪ يا گمان کي، چڪاسڻ ۽ جاچڻ ڪانسواءِ، پنهنجيءَ دل ۾ لنگهڻ، ۽ جاءِ وٺڻ نٿا ڏين، پر بجندڙ ماڻهن ۾ اهي يڪدم گهڙيو وڃن ۽ مٿن اثر ڪن، ٿورڙي خبر وٺڻ ڪري گهڻو شڪ پيدا ٿو ٿئي، تنهن ڪري شڪ لاهڻ لاءِ علاج اهو آهي ته ان بابت گهڻو

چاڻجي ۽ گهڻي خبر ونجي، ۽ اندر ۾ گمان رکي نه ويهجي.
ماڻهن جو الائجي مطلب ڇا آهي، شايد پاڻئين ٿا ته جن سان سندن واهپو ۽ ڪم ڪار آهي، سي سڀ خدا ترس، عبادتي ۽ پاڪدل آهن، ايترو خيال نتو اچين ته البت سڀ ڪو پنهنجي مطلب کي ڪڙهندو هوندو ۽ ٻين کان وڌيڪ پاڻ ڏي سچو ۽ ايماندار رهندو هوندو! تنهن ڪري، شڪ کي گهٽائڻ لاءِ انهيءَ کان بهتر ٻيو ڪو رستو ڪونهي ته سڀ ڪنهن گمان کي سچو چاڻجي، پر ڪوشش ڪري بند ڪجيس، جڻ ته ڪُوڙو آهي، ماڻهن کي شڪ مان ايترو فائدو وٺڻ گهرجي، جو اڳواٽ سچيتائي ڪري انهي بابت پڪو بندوبست ڪري ڇڏين، انهيءَ لاءِ ته جي اهي شڪ سچا به ڪٿي هجن، ته به انهيءَ بندوبست ڪري هنن کي ڪو جوکو يا نقصان نه پهچي.
جي شڪ پاڻيهي ماڻهوءَ جي دل ۾ جاڳن ٿا، يا خيال ۾ اچيو گڏ ٿين، سي رڳو ”پون، پون“ ڪن ٿا، ٻي گهڻي حرڪت ڪانه ٿا پهچائين، مگر جي شڪ لچائيءَ ۽ اٽڪل ڪري ماڻهن جي مٿن ۾ وجهجن ٿا، ۽ تجويز سان ڪن جي ڳالهين ۽ قصن جي رستي ٻين جي معرفت ڪنهن ۾ پيدا ڪجن ٿا، انهن کي ڏنگ (Stings) آهن، سچي ڳالهه ته اها آهي ته جي پاڻئجي ته شڪ جي مونجهاري کان ڇُٽجي ۽ دل صاف ڪجي، ته جيڪو گمان اندر ۾ هجي، سر

سچائيءَ سان ڪولي ڪرڻ ڪري هن کي اڳي ڪان به وڌيڪ حقيقت جي پوري خبر پوندي، ۽ تنهن ڪان سواءِ هو ٻئي طرف کي به سچيت ڪندو ته وري اڳتي اهڙي هلت نه ڪري، جنهن ڪري ٻئي جو منجهس ڪو شڪ پوي، پر، اهو قاعدو ڪميڻن ۽ نيچ ماڻهن سان لاڳو ڪري ڪين سگهبو.

چاڪاڻ جو هي ڪنهن ڪميني ڪان ايمانداريءَ سان پڇبو ته منهنجو تو ۾ هي شڪ آهي، تون سچ چئو، ته مورڳو وري سچي عمر هن سان سچو نه رهندو، اٽلي ڏيه جي ماڻهن ۾ اها چوڻي آهي ته ”شڪ ايمانداريءَ جي ڪتر آهي“ يعني جي ڪنهن ۾ شڪ ٿيو ته هو ڪڏهن ايماندار ڪين رهندو، پر اسين پانيون ٿا ته پاڻ کي وڌيڪ ايماندار رهڻ گهرجي، جنهن ڪري شڪ ڪرڻ واري جو شڪ لهي وڃي ۽ ڪوڙو ٿي پوي.

# گفتار اٺين

## ڏک يا بدبختي

1. 6*Of Adversity* (1625)

هڪڙي ڏاهي لکيو آهي ته ”سک ۾ جيڪي چڱا ڪم ٿين ٿا، تن جي لاءِ سڀ ڪنهن کي خواهش ٿئي ٿي، پر ڏک ۾ جيڪي چڱا ڪم ٿين ٿا، تن جو سڀ ڪو تعريف ڪري ٿو“،

انهي ۾ شڪ ناهي ته جي نفس کي زيردست ڪرڻ ۽ سپاوتي حڪم هلائڻ هڪڙي قسم جو معجزو آهي، ته اهڙا معجزا اڪثر ڏک جي حالت ۾ ڏسجن ٿا، ساڳئي ڏاهي وري لکيو آهي ته ”هڪڙي ئي شخص ۾ انساني ضعف ۽ ڪمزوريءَ، خدائي امن ۽ بچاءُ جو گڏ ٿيڻ، سچي وڏائي ۽ عاليٰ همتي آهي.“

اڳوڻن يوناني شاعرن به آڪاڻيءَ وانگي آندو آهي ته ”فرمثوث“ (جنهن جي مجازي معنيٰ آهي، انساني سپاءُ) تمام گهڻا ڏوهه ڪيا، انهي ڪري مٿس تهمت رکي وئي، ”فيطر“، جو يونانين جي ديوتائين جو بادشاهه هو، تنهن هن کي سزا ڏيڻ لاءِ حڪم ڏنو ته ڪوهه قاف ۾ وجي هڪڙي پيليائي سان اهڙو مضبوط بڌي چڏيوس، جو چُري به نه سگهي، اتي ”فيطر“ جي حڪم سان ڏهاڙي هڪڙي ڳجهه اچي سندس ماس پٽيندي هئي، جو وري رات جو ميٽجي ويندو هو، انهيءَ طرح ويچارو ”فرمثوث“ ڏهاڙي عذاب پيو ڪائيندو هو، نيث ”هرقل“ بهادر کي سورج ديو هڪڙو مٽيءُ جو ٿپو ڏنو، تنهن ۾ ويهي سمنڊ تري، هو

ڪوهه قاف ۾ آيو ۽ تير سان ڳجهه ڪي ماري، ”فرمثوث“ ڪي عذاب ۽ بند مان ڇُٽائي ڇڏيائين. هن آکاڻيءَ مان صاف سمجهبو ته ديني پروسو، توڪل ۽ پڪو ارادو، انسان جهڙي ماس جي ٻيڙي ڪي دنيا جي لهرن مان پار لنگهائي ڇڏي ٿو، سک ۾ پرهيز ڪرڻ هڪڙي وڏي نيڪي آهي، ۽ ڏک ۽ همت جهلڻ ۽ صبر ڪرڻ ٻي نيڪي آهي، انهن ٻنهي مان پوئينءَ ۾ وڌيڪ بهادر معلوم ٿئي ٿي، تنهن ڪري وڌيڪ تعريف جوڳي آهي، چوڻي آهي ته

“مرغ زيرک چون بدام افتد، تحمل بايدش،

ڏاهو ڪانءُ جڏهن دام ۾ ڦاسي پوي ته ڪيس وڏي تحمل صبر جي ضرورت پوندي.

يا

”بغير صبر بوقت بلانمي شايد“.

صبر کان سواءِ مصيبت نٿي سونهين، نه جُڳائي!

دنيا ئي سک فقط هن جهان جي لاءِ آهن، يعني جيڪو چڱا ڪم ڪندو اهو هتي سک پائيندو، پر هتي جي ڏکن مان هن جهان جو ابدي سک حاصل ٿيندو، يعني جيڪو هن جهان جا ڏک همت سان سهي ويندو، اهو هُن جهان ۾ هميشه جو سک پوڳيندو،

”زبور“ ۾ جي حضرت دائود جون مناجاتون ۽ سندس شعر پڙهي ڏسبا، ته سڄا ڏک ۽ سوز سان پريا پيا آهن، اهڙي

طرح، حضرت ايوب ڪيئن صبر ڪري ڏک ڪاٽيا، سو به سڀ ڪنهن کي معلوم آهي، ديني ڪتابن ۾ جيترو هن جي ڏکن جو ذڪر لکيل آهي، اوترو حضرت سليمان جي سکن جو نه لکيل آهي.
جيئن سک اڪثر ڏکن ۽ خرابين کان آزاد ناهن، تيئن ڏک به اڪثر سرهائين ۽ اميدن کان خالي ناهن، ٻئي گڏ رکيل آهن، قرآن ۾ آهي ته ”ان مع العسر يسرا“، يا جيئن فارسي واري چيو آهي ته ”گنج و مار و گل و خار و غم و شادي بهم اند.“
”خزانا ۽ نانگ، گل ۽ ڪنڊا، غم ۽ خوشيون سدائين گڏ وگڏ آهن.
پرت ۽ زردوزيءَ جي ڪم ۾ ڏسبو آهي ته ڪاري تروار ي ڪپڙي تي ڪليل ۽ رنگ آميزي ڪم ڏاڍو سهڻو ڏسڻ ۾ ايندو آهي، اهڙي طرح جن شين ڪري اکين کي خوشي پهچي ٿي، ساڳين انهن شين ڪري دل کي به پهچي ٿي، يقين آهي ته نيڪي گويا هڪڙي قسم جي سرهاڻ آهي، جهڙو عود، لوبان وغيره، جي جيئن ٻرن يا باهه ۾ سڙن، تيئن وڌيڪ خوشبو ڪن، چاڪاڻ جو سک جي حالت ۾ اندر جي بدي يڪدم معلوم ٿئي ٿي، پر ڏک جي حالت ۾ اندر جي نيڪي سا يڪدم ظاهر ٿئي ٿي.

# گفتار نائين

## بحث ۽ گفتگو ڪرڻ

1. **32**[Of Discourse](#) (1597, slightly enlarged 1612, again 1625)

ڪي ماڻهو گفتگو ڪرڻ مهل، سچي ڳالھ جاچڻ لاءِ، عقل ۽ انصاف جي ايتري گهرج نه چاڻيندا آهن، جيتري حجت هلائڻ لاءِ چالاڪيءَ ۽ ظرافت جي: جيئن ته برابر ڳالهائڻ جي پوري خبر رکڻ تعريف جهڙي ڳالھ هجي، پر برابر خيال ڪرڻ جي پوري خبر رکڻ تعريف جهڙي ڳالھ نه هجي.

ڪن ماڻهن ڪي به چار مضمون پڪا ٿي ويا آهن، جن تي هو چڱيءَ طرح گفتگو ڪري سگهن ٿا، پر گهڻن قسمن جا مضمون هنن کي مور نٿا اچن. اهو عيب اڪثر ڪري ڪرڻ جهڙو آهي، ۽ جي هڪڙي پيري ظاهر ٿي ويو، ته کل جهڙو آهي، ڪنهن به طرح جي گفتگو ۾ وڏو ڪم آهي، مضمون آڻي وجهڻ، تنهن کانپوءِ آهي، انهيءَ کي جهلي ڪنهن ٻيءُ ڳالھ تي وجڻ. گفتگو ڪرڻ ۽ بحث هلائڻ ۾ چڱي ڳالھ اها آهي ته سنئين سپهتيءَ ڳالھ سان گڏ حجتون به آڻجن، قصن سان گڏ سبب به ڏجن، سوالن سان گڏ پنهنجا رايا به ڏيکارجن، چرچن سان گڏ ساپيان

ڳالهيون به ڪجن، پر رڳو هڪڙيءَ ڳالھ ڪي وڌائي لانڊ ڪرڻ، ٿڪايو ۽ بيزار ڪيو وجهي.

ياد رکڻ گهرجي ته چرچن ۾ دين جون ڳالهيون يا سرڪاري ڪم، يا وڏن وڏن ماڻهن بابت اشارا، يا ڪنهن ماڻهوءَ جي خاص ۽ ضرور واري هاج، يا ڪائي به ڳالھ جنهن تي رحم آڻڻ کپي، سا ٺپائي آڻي نه وجهجي. انهيءَ هوندي به ڪي اهڙا ماڻهو آهن، جي جيستائين ڪنهن ٻئي تي ٺوڪ نه ڪندا، يا کندو نه وٺندا، تيستائين پنهنجا حواس نه ڇاڻندا آهن ۽ پنهنجو عقل برجا نه سمجهندا آهن، اها عادت روڪڻ گهرجي، ماڻهن کي کپي ته چرچي ۽ ٺوڪ جي وچ ۾ تفاوت ڄاڻن، ۽ ظرافت ۽ هجو جو سنڌو رکن، جنهن کي ٺوڪ هڻڻ جي عادت آهي، تنهن جي هجو کان جيئن ٻيا ڊڄن ٿا، تيئن ڪيس وري ٻين جي گلا ۽ غيبت کان ڊڄڻ گهرجي.

**جيڪو گهڻو پڇندو، اهو گهڻو سکندو** (پڇڻا نه منجهڻا)، ۽ گهڻي ڄاڻ ڪري خوش رهندو، خصوصن تڏهن، جڏهن ماڻهو ڪن دانائن ۽ سياڻن کان ڏاهپ جا سوال پڇندو، چاڪاڻ جو انهيءَ ڪري ڏاهن ۽ پڙهيلن کي خوشيءَ سان ڳالهائڻ جو وجھ ملندو، ۽ پڇڻ واري کي علم گڏ ڪرڻ ۽ سياڻپ وڌائڻ جو وجھ ملندو، پر سنڀال گهرجي ته سوال ڪڪ ڪرڻ جهڙا يا هلاڪيءَ ڏيڻ جهڙا نه هجن،

چاڪاڻ ته  هن ڪان امتحان ڪين ٿو ونجي. ڇڏجي ته پلي پين ڪي به ساڻس ڳالهائڻ جو وارو ملي.
جيڪا ڳالهه ماڻهن جي اعتبار ۾ آهي، ته اسين چڱيءَ طرح ڄاڻون ٿا، سا جي ڪڏهن اسين ڊونگ ڪري چونداسين، ته اسان کي اها نٿي اچي، ته ٻيءَ مهل وري جيڪا ڳالهه اسان کي في الحقيقت نه ايندي هوندي، سا به ماڻهو ڄاڻندا ته اسان کي اچي ٿي، پر چئون نٿا.
پنهنجي بابت گهٽيون ڳالهيون نه ڪجن، ۽ جيڪي ڪجن، سي به سنڀالي چوندي ڪرڻ گهرجن، هڪڙي حالت سان سجهي ٿي، جنهن ۾ ماڻهو بلاشڪ پنهنجي پاڻ تعريف ڪري سگهي ٿو، ۽ اها هي آهي ته هو ڪنهن ٻئي ماڻهو پاڻ پانئي ته مون ۾ آهي، ڇاڪاڻ جو انهيءَ ڪري هو چڻ ته ٻئي جي نيڪي نٿو ساراهي، پر پنهنجي نيڪي پاڻ ٿو ساراهي.
پين بابت هجو طور اشارا ڪرڻ،  يا طعني طريقي ڪنايا ڏيڻ، چڱي ڳالهه ناهي، ڇاڪاڻ جو گفتگو پڪڙيل ۽ عام هئڻ گهرجي، ڳالهائڻ ۾ ذري ذري هڪڙي ماڻهو تي ٺوڪ ڪرڻ نه گهرجي. اهڙيءَ طبع وارو ماڻهو ٻئي سان ڪيتري به ڀلائي ڪندو، پر جي پچاڙيءَ ۾ ذرو مٿس ٺوڪ يا خندو ڪندو ته پنهنجي اڳين پوئين مهرباني برباد ڪري ڇڏيندو.

ڪھڙي ڳالھ ڪرڻ گھرجي ۽ ڪھڙي نه ڪرڻ گھرجي، ان جي خبرداري ڪرڻ فصاحت ۽ خوش گفتاريءَ کان به وڌيڪ آھي، ۽ جنھن سان اسان جو واسطو آھي، تنھن سان خوشيءَ ۽ سرھائيءَ سان ڳالھائڻ، بلاغت ۽ صنعت داريءَ کان به بھتر آھي.
جي لسو ئي لسو ڳالھائيندو ھلبو ۽ منجھس سوال، جواب ڪونه آڻبو، ته ان مان ڳالھائيندڙ جي سستي ۽ ڊرائي معلوم ٿيندي، ۽ جي رڳو چڱيون وراڻيون ڏبيون ۽ ڳچ تائين لسو نه ڳالھائبو ته انھيءَ مان ڪچائي ۽ اجاڻائي معلوم ٿيندي، جھڙيءَ طرح جانورن ۾ ڏسجي ٿو ته جيڪي جلد ڊوڙي نٿا سگھن، تن کي گھٽيون گھتون ياد آھن، جيئن ڪتي ۽ سھي جو حال آھي.
مطلب جي ڳالھ ڪرڻ کان اھي بين اجاين ڳالھين ڪرڻ مان ماٺھو ورچيو پون، پر بي ڪائي به ڏارين ڳالھ ڪانه ڪرڻ ۽ يڪدم مطلب ته ڪاھي پوڻ وري جٿپائي آھي.

# گفتار ڏھين

## دولت

1. **34***Of Riches* (1612, much enlarged 1625)

دولت نيڪيءَ جي لاءِ بوجو يا روڪ آهي، چاڪاڻ جو جهڙي طرح لشڪر سان گهڻو بوجو، تهڙيءَ طرح نيڪيءَ سان گهڻي دولت، نڪي خوشي سان ڇڏي سگهجي، نڪي سهنجائيءَ سان ڪٽي سگهجي. جي ڇڏجي، ته گهرج پوي، جي ڪٽجي ته روڪ ٿئي، ۽ اڪثر ان جي سنڀال لهڻ ڪري فتح حاصل نٿي ٿئي، يا ته منجهس گهڻي حرڪت پئجو وڃي، گهڻي دولت حقيقت ڪري ڀئي ڪنهن ڪم جي ڪين آهي، سواءِ انهيءَ جي ته ورهائي ماڻهن کي ڏجي، ٻيو ته رڳو وهم ۽ خيال آهي.

حضرت سليمان فرمائي ٿو ته ”جتي مال گهڻو آهي، اتي کپائڻ وارا به گهڻا آهن ۽ مالڪ کي، اکين سان ڏسڻ کان سواءِ ٻيو ڇا ٿو حاصل ٿئي!“

جيڪو ماڻهو رڳو پنهنجي سر خرچي ۽ پوڄي ٿو، تنهن کي تمام گهڻيءِ دولت سان ڪهڙو ڪم؟ يا ته هڪڙي هنڌ سانڍي رکي ڇڏيس، يا ته ٻين کي ورهائي ڏئي ۽ بخششون ڪري، يا ته انهيءَ بابت ڇئو پڇئو ڪري نالو ڪڍي پر ٻيو ڪو سجايو ڪم يا فائدو مالڪ کي پهچي ڪين سگهندو.

اسين ڏسون ٿا ته ماڻهو ننڍڙن پٿرن ۽ ڪيمياب شين تي ڪيترو نه وڏو ملهه مٿو ڪيو رکن، ۽ ڪهڙا نه ڏيک ۽ نماءَ وارا ڪم پيا ڪن، انهيءَ لاءِ ته دولت ڪمائتي ڏسڻ ۾ اچي.

ڪو وري دولت جي ڪمائتي هئڻ جو اهو عذر ڏيندو ته گهڻن ماڻهن کي هوءَ خوفن ۽ محنتن کان ڇڏايو ڇڏي، جيئن حضرت سليمان جو قول آهي ته
”دنيادار ماڻهوءَ جي خيال ۾ دولت هڪڙو وڏو ڪوٽ يا بچاءَ آهي“
پر (اهو ڪوٽ) رڳو هن جي خيال ۾ آهي. سچي پچي ائين ناهي، ڇاڪاڻ جو سچ ته اهو آهي، جو گهڻي دولت ڪري جيترا ماڻهو هلاڪيءَ کان ڇٽا آهن، انهن کان وڌيڪ پاڻ جنجال ۾ پيا آهن ۽ ڇٽ ٿيا آهن، تمام حد کان وڌيڪ ڏيک واري مايا ميڙڻ جي نه ڪجي، رڳو ايتري هجي، جيتري انصاف ۽ ايمانداريءِ سان هٿ آڻي سگهجي. سياڻپ ۽ هوشياري سان ڪم لڳائي سگهجي، خوشيءَ ۽ خورميءَ سان ورهائي سگهجي ۽ رضا ۽ رغبت سان ڇڏي سگهجي، پر وري، فقيرن ۽ قلندرن وانگي، دولت کي گهٽو ڏڪارجي به نه، تمام گهٽيءَ سيگهه ۽ هيچ سان دولت نه ميڙڻ گهرجي.
جيئن حضرت سليمان فرمايو آهي ته ”جيڪو دنيادار ٿيڻ لاءِ تڪڙ ڪندو، اهو صاف ۽ بيگناهه رهي ڪين سگهندو.“
ڪن شاعرن اهو خيال ٻڌو آهي ته

**”جڏهن دولت يزدان وٽان اچي ٿي، تڏهن آهستي آهستي منڊڪائيندي اچي ٿي، پر جڏهن شيطان وٽان اچي ٿي تڏهن چوهه مان ٻڪندي اچي ٿي“ :**

يعني جڏهن دولت چڱي اپاءِ سان ۽ حق حلال جي پورهئي سان گڏ ٿئي ٿي، تڏهن آهستي آهستي گڏ ٿئي ٿي، پر جڏهن ٻين جي مال تڪڻ مان يا هنن جي ورثن ملڻ مان هٿ لڳي ٿي، تڏهن سو ان ساعت ماڻهوءَ تي اچيو ڪڙڪي، ۽ گهڙيءَ ۾ ان کي تونگر ڪريو ڇڏي، يا ته جڏهن لچائيءَ، ٺڳيءَ ۽ دغابازيءَ سان گڏ ٿئي ٿي، تڏهن به جلدي سان مڙي ٿي.

دنيادار ٿيڻ جا رستا جهجهائي آهن، پر اڪثر منجهن بي ايماني ۽ ناراستبازي معلوم ٿئي ٿي، سڀ کان سهنجو رستو آهي، بخل ۽ ڪنجوسائي، پر وري اهو بيگناهيءَ جو رستو سو ناهي، ڇاڪاڻ جو بخيلائيءَ ڪري ماڻهو سخا ۽ خير جا ڪم ڪري نٿو،

ٻيو رستو آهي، زمين سڌارڻ ۽ پوکڻ، اهو دولت گڏ ڪرڻ جو هڪڙو اصلڪو رستو آهي، پر انهيءَ مان ڏاڍو دير سان اثر ٿو ٿئي، انهي هوندي به، جڏهن پيسن وارا ماڻهو پوک جي ڪم ۾ هٿ ڪنيو وجهن ٿا، ته هنن جي دولت ٻيڻي ٽيڻي وڌيو پوي،

هڪڙي ڏاهي چيو آهي ته ”پهرين ٿورڙي دولت، ڏاڍيءَ مشڪلاتن سان هٿ لڳي ٿي، پر پوءِ گهڻي دولت، ڏاڍيءَ مشڪلات ۽ چالاڪيءَ سان هٿ لڳي ٿي، پر پوءِ گهڻي دولت، ڏاڍي سهنجائي ۽ آساني سان ملي وڃي ٿي“
چاڪاڻ جو جڏهن ڪنهن ماڻهوءَ وٽ ايترو وکر اچي گڏ ٿئي ٿو، جو هن کي پڪ آهي ته انهيءَ جي وڪري مان مون کي گهڻو فائدو پوندو. يا جڏهن هو وڏن وڏن سودن ۾ هٿ وجهندو يا ٻين نون واپارين سان ڀائيوار ٿيندو، تڏهن البته هن جي دولت وڌندي، عام سودن ۽ ننڍن واپارن مان جيڪو نفعو ٿئي ٿو، سو ايمانداريءَ سان ٿئي ٿو، ۽ اهو نفعو خاص ٻن سببن ڪري وڌي ٿو، هڪڙو محنت ڪري، ٻيو ايمانداريءَ ۽ راستبازي جي لاءِ مشهور ٿيڻ ڪري، پر وڏن وڻجن ۽ واپارن مان جيڪو نفعو ٿئي ٿو، سو اڪثر شڪ گاڏڙ آهي، چاڪاڻ جو هو مال سانڍيو ويٺا هوندا، ته جڏهن ماڻهن کي گهڻي گهرج ۽ لاچاري پوي، تڏهن وڪڻون، يا دلالن جي معرفت ٻين کي ذتاري پاڻ وٽ آڻيون، يا اهڙيون ڪي ٻيون ٺڳيون ڪريون،
ڀائيواريءَ ڪري به ماڻهو تونگر ٿي سگهي ٿو، بشرطيڪ معتبر ۽ ايماندار ماڻهن سان ڀائيوار ٿبو، گهڻو وياج وٺڻ ته دولت ميڙڻ جو پڪو رستو آهي، پر سڀني کان بڇڙو آهي، جنهن نئين شيءِ جوڙڻ يا ڪنهن نئين هنر پيدا ڪرڻ

ڪري به گهڻا ماڻهو پيسن وارا ٿي ويا آهن، جنهن ڪٿيي جي پڪ آهي، انهيءِ تي پاڙي ويهي رهبو، ته تمام دنيادار ڪين ٿي سگهبو، ۽ وري جي وڏن وڏن واپارن ۾ هٿ اٽڪائبو ۽ ڪٿيي لاءِ نصيب تي پاڙي پيسا اچلائي وجهبا، ته ڪُٺي پئبو، بهتر اهو آهي ته ٻنهي ڳالهين جي سنڀال ونجي،

ذن گڏ ڪرڻ جو پيو رستو اهو آهي جو تمام گهڻو سامان وهائي رکجي، خصوصن جڏهن اڳواٽ خبر پوي ته هن شيءِ جي آئيندي گهٽي هلندي ٿيندي، يا گهرج پوندي، پوءِ مهل سر ٿورو ٿورو ڪري هلائجي، سرڪاري نوڪري ڪري پيسا هٿ آڻڻ، هڪڙو چڱو ۽ عزت جو رستو آهي، پر جڏهن خوشامد ڪرڻي ٿي پوي، يا ڏٽيءَ جي دل خوش ڪرڻي ٿي پوي، يا ٻيا ڪي نيچ ڪم ڪرڻا ٿا پون، تڏهن هو اهو تمام بچڙو ۽ بيعزتيءَ جو رستو آهي.

جي ماڻهو رڳو وات سان چون ٿا ته اسين دولت کان بيزار آهيون، اسان کي نه گهرجي، انهن تي گهڻو اعتبار نه رکجي، هو رڳو ڍونگي آهن، ڏڪارين تڏهن ٿا، جڏهن کين ملڻ جي اميد ڪانهي. ”گدڙ ڊاک نه پڄي، آکي ٿو کٽا“، يقين آهي ته جڏهن اهڙن ماڻهن کي وجهه لڳي ٿو، تڏهن سڀ کان وڏيڪ لالچي ٿين ٿا، ٻيا هڪڙي هٿ سان، ته هي ٻن هٿن سان بلڪه پيرن سان به مال ميڙين ٿا!

گهٽي ڪنجوسائي نه ڪجي، ۽ ڪوڏيءَ تي ساهه نه ڏجي، نڪي هن ڳالهه وانگي” چمڙي ڏجي، پر دمڙي نه ڏجي“، چاڪاڻ جو دولت کي کنپ چيا اٿن. ڪڏهن ڪڏهن هوءَ پاٽيهي اڏامي وڃي ٿي، ڪڏهن ڪڏهن ته وري هن کي هٿن سان اڏائجي ته وڏيڪ دولت کي پاڻ سان وٺي اچي.
ماڻهوءَ جي موئي کان پوءِ دولت يا ته سندس مائٽن کي ملي ٿي، يا ته عام ماڻهن جي ڪم لڳي ٿي، ٻنهين ڳالهين ۾ جي مال پورو پنو هوندو، ته وڏيڪ فائدي وارو ٿيندو، جي تمام گهڻو ورثو ڇڏي وڃبو، ته پوءِ جيڪڏهن وارث عمر جو ننڍو يا پوررڙو هوندو، ته ٻيا گهڻا ڳجهن ۽ پرمار پکين وانگي هن کي ويڙهي وڪوڙي ويندا،
وري نالي ڪيڻ ۽ ناموس ڪرڻ لاءِ بخشش ۽ انعام ڏيڻ به اجايو آهي، جو منجهائنس ڪو ثواب ڪونه ٿو ٿئي، نڪو سخا ۽ خيرات جي ارادي سان ائين ٿو ڪجي، تنهن ڪري سخا ۽ بخشش جي چڱائيءَ جو قياس ان جي انداز يا گهڻي هئڻ مان نه ڪجي، پر ان جي ڪمائيءَ يا ڪم ۾ اچڻ مان ڪجي، دولت گهڻي پلي هجي، پر جي ڪنهن سجائي ڪم لاءِ نه هوندي، ته ڪهڙو فائدو؟ نڪي پنهنجي موئي کانپوءِ خيرات ڏيڻ جو حڪم ڏجي ، ۽ نه جيئري  ڏجي، چاڪاڻ جو انصاف ڪري ڏسبو ته ائين ڪرڻ ڪري ماڻهو چڻ ته پنهنجي مال مان خيرات نٿو ڪري، ٻين جي مال مان ٿو

ڪري، مئي ڪان پوءِ سندس مال ائين ئي پين جي ملڪيت آهي.

# گفتار يارهين

# وير يا بدلو وٺڻ

1. [4] Of Revenge (1625)

وير جهنگلي قسم جو انصاف آهي، جيترو ڪيترو انسان جي طبيعت جو ان ڏي ميل ٿئي، اوترو سرڪاري قاعدي کي گهرجي ته ان جي پاڙ پٽي ڪڍي، چاڪاڻ جو پهريندي حرڪت ڪرڻ يا نقصان رسائڻ ڪري ماڻهو رڳو قاعدي جي برخلاف وڃي ٿو، پر انهيءَ حرڪت جي وير يا بدلي وٺڻ ڪري هو قاعدي کي مور کلي ئي نٿو، ڇڻ ته قاعدي جي هئڻ جو هن کي ضرور ڪونهي، هجي ته چا، نه هجي ته چا.

انهيءَ ۾ شڪ ناهي ته بدلي وٺڻ ڪري ماڻهو پنهنجي دشمن سان رڳو مٽ ٿئي ٿو، پر ڏوهه تان گذر ڪرڻ ڪري هن کان مٿي ٿيو وڃي، چاڪاڻ ته معافي ڏيڻ شاهن جو ڪم آهي، پارسيءَ واري چيو آهي ته

گر عظيم است از فرو دستان گناه،

از بزرگان عفو کردن اعظم است.

-گر عظیم است از فرودستان گناه
عفو کردن از بزرگان اعظم است

جيڪڏهن زيردستن سان ڏاڍائي گناهه وڏي ڳالهه آهي ته بزرگن (پاڻ کان وڏن) کي معاف ڪرڻ وڏيڪ وڏي ڳالهه آهي. (عظيم ۽ اعظم)

حضرت سليمان جو قول آهي ته ”ڪنهن گناهه تان گذر ڪرڻ ڪري انسان جو شرف ظاهر ٿو ٿئي“، جيڪي ٿي پيو آهي، سو گذري ويو، تير وانگي هٿن مان نڪري ويو، انهيءَ کي وري هٿ آڻڻ مشڪل آهي، چيو اٿن ته

نيا بد بکف تير جسته بشست،
و اگر بدندان گزي پشت دست.

ڪمان مان ڇُٽل تير وري هٿ اچي نه سگهندو
توڙي جو ڏندن سان هٿ جي پُٺ کي چڪ هڻين!

ڏاهن کي حال ۽ مستقبل ۾، يعني هلندڙ وقت ۽ ايندڙ وقت ۾، گهڻو ئي ڪرڻو پيو آهي، تنهن ڪري جي ماڻهو ماضيءَ جي ڳالهين تي پيا مٿو کپائين، اهي پنهنجو وقت اجايو ٿا وڃائين ۽ مفت پاڻ کي هلاڪ ٿا ڪن.

ڪوبه ماڻهو رڳو نقصان جي لاءِ ٻئي کي نقصان نٿو رسائي، ضرور ٻئي کي نقصان رسائڻ ۾ سندس ڪو فائدو يا خوشي، يا عزت، يا ٻي اهڙي ڳالهه هوندي، تڏهن اسين ٻئي ماڻهوءَ تي اسان کان پاڻ کي وڌيڪ پائڻ ڪري، يعني

پنهنجي فائدي تي وڏيڪ نظر ڏيڻ ڪري، ڇو ڪاوڙجون؟ جي ڪٽي ائين به ڇئجي ته ڪنهن ماڻهوءَ بدطبعيتيءَ ۾ خراب سياءَ ڪري ٻئي کي نقصان پهچايو، تڏهن به ڇئبو ته هو گويا ڪندو آهي، جو ضرور ڇُپندو ۾ رهڙيندو (يا وچون آهي جو ضرور ڏنگيندو)، چاڪاڻ جو هن جو سياءُ اهڙو آهي، ۽ هو ٻيو ڪي ڪين ڪري سگهندو، جن ڏوهن ۾ حرڪتن جي لاءِ سرڪاري قاعدن ۾ ڪوبه علاج ڪونهي، انهيءَ جو بدلو روا رکڻ گهرجي. پر اهڙيءِ حالت ۾ ماڻهوءَ کي سنڀالڻ کپي ته اهڙو ۾ ايترو بدلو وٺي، جنهن جي لاءِ وري پاڻ قاعدي موجب سزا جوڳو نه ٿئي، نه ته سندس هڪڙو دشمن ته اڳي ئي آهي، ٻيو دشمن وري قاعدو ٿيندس.

ڪي ماڻهو وير وٺڻ مهل پانئين ته ٻيءَ ڌر کي خبر پوي ته ڪير ٿو بدلو وٺي، اهو اجان چڱو آهي، چاڪاڻ جو نقصان رسائڻ ۾ ايتري خوشي نٿي اچي، جيتري ٻيءَ ڌر جي پڇتائڻ ۾، پر نيچ ۾ دغا باز ۾ نامرد اهي آهن، جي لڪڇپ ۾ بدلو ٿا وٺن، جيئن اونداهيءَ ۾ تير هڻجي، جنهن جو حاڪم، دغاباز دوستن بابت چوي ٿو ته

”ڪتابن ۾ ائين لکيل آهي، ته اسان کي گهرجي ته دشمنن کي معافي ڏيون، پر ائين ڪڏهن به ڪين لکيل آهي، ته دوستن کي معافي ڏيڻ گهرجي“،

انھيءَ ڪان به چڱو حضرت ايوب جو قول آھي ته
”جيئن اسين خدا تعاليٰ جي ھٿان سک خوشيءَ سان وٺون
ٿا، تيئن ڏک به خوشيءَ سان نه وٺون ڇا؟ انھي طرح، جيئن
دوستن ڪان اسان کي سک پھچن ٿا، تيئن ڏک به قبول ڪرڻ
گھرجن.“

يقين آھي ته جيڪو ماڻھو وير تي گھڻو ڌيان ڏئي ٿو، اھو
ڇڻ ته پنھنجا ڦٽ آلا (تازا) ٿو رکي، جي شايد ھونئن ڇٽي
ميٽجي وڃن.

عام ماڻھن جي پاران وير وٺڻ مان اڪثر فائدا ٿين ٿا،
جھڙيءَ طرح تاريخن ۾ آھي ته جڏھن روم جي ماڻھن ڏٺو
ته يوليوس قيصر تمام زور ورتو آھي ۽ سرڪشي ٿو
ڪري، تڏھن ٻڌي ڪري ھن کي ظاھر ظھور ماري
وڌائون، پر پوءِ جن جو ھن جي مارڻ ۾ ھٿ ھو، تن ڪان
وير وٺڻ لاءِ ”اغسطوس“ ۽ ”انطونيوس“ سيني کي ھڪڙو
ھڪڙو ڪري ماريو، اھڙو حال واري ”قرطناقس“ روم
جي سپه سالار سان ٿيو، ۽ فرانس جي بادشاھ ”ھينري“
سان ٿيو، جنھن کي ماڻھن ماري وڌو، پر، خانگي طرح وير
وٺڻ مان اھڙو فائدو ڪونھي، بلڪه وير وٺندڙن جي سڄي
حياتي ڏکي ٿي گذري، جي پنھنجي جيئري، نقصان پھچائڻ
ڪري، عذاب ڪائي مرن ٿا.

# گفتار ٻارهين
## خدمتگار ۽ يار

1. **48***Of Followers and Friends* (1597, slightly enlarged 1625)

ٺنڍ، ٺوپيءَ وارن نوڪرن ۽ چنڊ، ڦوڪ وارن خدمتگارن کي گهٽو پسند ڪرڻ نه گهرجي، نه ته جي ماٺهو اهڙا رئيس نوڪر پنهنجي پٺيان لائيندو، ته جڻ پنهنجو پڇ ڊگهو ڪندو، پر کنبپ ننڍا ڪري وجهندو، جنهن ڪري مرضيءَ موجب سٺت اڏامي ڪين سگهندو، ٺنڊ، ٺوپيءَ وارا نوڪر رڳو اهي ڪين آهن، جي ڌٽيءَ جا پئسا ٺا ڦرين ۽ وڃائين، پر اهي به آهن، جي ڌٽيءَ کي عرضن ۽ سوالن سان ڪڪ ڪيو ڇڏين، عام خدمتگار کي رڳو مدد ڏيڻ، سفارش ڪرڻ ۽ ايذاءُ کان بچائڻ، حق آهي.

جي خدمتگار، طرفداري ڪري پٺيان لڳا هجن، اهي سڀ کان بچڙا آهن، چاڪاڻ جو هو محبت ۽ سچائيءَ ڪري ڪين پٺيان لڳا آهن، پر جڏهن ڪنهن ٻئي طرف سان نه ٺهيا آهن ۽ ڦٽا آهن، تڏهن ان کي ڇڏي اچي هيءُ طرف ورتو اٿن، انهيءَ ڪري اڪثر وڏن وڏن ماٺهن جي وچ ۾ تڪرار ۽ نزاع ٿيندا آهن، ۽ ڦٽوٽي پوندي آهي، جيڪي نوڪر ۽ خدمتگار فضول ٿيندا آهن، ۽ جٽي ويهندا

آهن، اتي پنهنجي ڌڻيءَ جي تعريف ڪندا آهن ۽ دهل وانگي سچو ڏينهن هنن کي ساراهيندا آهن، انهن مان ڏاڍي حرڪت ۽ خرابي پيدا ٿي ٿئي، ڇاڪاڻ جو هنن جي دل ۾ ڪائي به ڳالهه ڪانه ٿي ٽڪي ۽ جيڪو ڪجهه ڪنن تي پوين ٿو، سو ان ساعت ظاهر ڪيو ڏين، انهيءَ ڪري ڌڻيءَ جي ڪم ۾ گهڻو رولو وجهيو ڇڏين، ۽ هن جي عزت ۽ آبرو ڏيو، هن جي لاءِ ماڻهن جي ريس ۽ حسد وڌايو رکن.
ٻيا وري هڪڙي قسم جا خدمتگار ٿيندا آهن، جن کان ڏاڍو خوف ڪرڻ گهرجي، ڇاڪاڻ جو هو جاسوسن وانگي گذارين ٿا ، ۽ جيڪو خانگي ڪجهه ۽ راز آهي، سو وڃيو ٻين کي ٻڌائين، ايتريءَ خرابيءَ هوندي به اڪثر ڏسجي ٿو ته اهڙن ماڻهن تي ڌڻين جو ڏاڍو پيار ٿئي ٿو. هن لاءِ ته هو ڪم ڪرڻ ۾ اڳرائي ڪن ٿا، ۽ اڪثر ٻين جون ڳالهيون آڻي کين ٻڌائين ٿا، شيخ شعديءَ سچ چيو آهي ته

هر كه عيب دگران پيش تو آورد و شمرد،

بيگمان عيب تو پيش دگران خواهد برد.

جيڪو ماڻهو ٻين جا عيب تنهنجي اڳو آڻي ۽ ڳڻي ٿو

سو پڪ تنهنجا عيب به ٻين جي اڳو پيش ڪندو.

ٻيا خدمتگار وري اهي ٿيندا آهن، جي رڳو انهيءَ قسم جي ماڻهن جي پٺيان لڳندا آهن، جنهن قسم جا پاڻ هوندا آهن، جهڙوڪ سپاهي ماڻهو انهن جي پٺيان ٿا لڳن، جي جنگجو

(ويڙهاڪ) ۽ بهادر ٿين ٿا، انهيءَ قسم جا ماڻهو هميشه لياقت وارا ۽ بادشاهتن ۾ ڪمائتا ٿين ٿا، مگر جي منجهن ٿنڊ ۽ فضولي هوندي، ته چڱا نه آهن، پر، سڀ کان وڌيڪ عزت ۽ آبروءَ واري خدمتگاري اها آهي، جنهن ۾ ماڻهن کي ڪنهن نيڪ آدمي جي پيروي ڪرڻ مان نيڪي حاصل ٿي ٿئي، ۽ لياقت ٿي وڌي، نه اها، جنهن ۾ هنن کي ڪنهن زور ۽ هلنديءَ واري ماڻهوءَ جي نوڪريءَ مان زور حاصل ٿئي ٿو، ۽ سگهه وڌي ٿي، پر حقيقت ڪري پڇبو ته، هن خراب زماني ۾، نيڪ ماڻهن کان چست ۽ زور وارا ماڻهو وڌيڪ ڪم ٿا اچن.

سچ آهي ته سرڪاري ڪمن ۾ هڪ درجي ۽ هڪ قسم جي ماڻهن کي هڪجهڙو ڄاڻڻ ۽ رکڻ گهرجي، ڇاڪاڻ جو جيڪڏهن هنن منجهان ڪن کي وڌيڪ آبرو ڏبي، ته هو پاڻ مٿي تي چڙهندا، ۽ ٻيا ناراض ٿيندا، جن کي ساڳي آبرو ۾ به حق آهي، پر، خانگي ڪمن ۾، انهيءَ جي برعڪس، هڪڙن کي چونڊي، خاص ڄاڻي، مٿن مهرباني ڪجي ، ۽ ٻين تي پوري پُني نظر ڪجي، ڇاڪاڻ جو انهيءَ ڪري جيڪي چونڊيل ٿا ٿين، سي ڌڻيءَ جا وڌيڪ شڪر گذار ۽ احسانمند ٿا رهن، انهيءَ طمع تي، ته اسين به ڌڻيءَ کي هنن وانگي پهرين راضي ڪري وڏو درجو پايون، سياڻپ جي ڳالهه اها آهي ته نئين نوڪر کي پهريندي

گهڻي مهرباني ۽ نرمي نه ڏيکارجي، چاڪاڻ جو اها ساڳي مهرباني ماڻهو هن تي مدامي ڪري ڪين سگهندو، پر جي پهريندي ڪان ٿورو ڪندو، پوءِ ذرو ذرو ڪري وڌائيندو ويندو ته هو خوش رهندو.
رڳو هڪڙي خدمتگار جي چئي ۾ رهڻ، ۽ جيڪا هو صلاح ڏئي انهيءَ تي هلڻ، سلامتي ناهي، چاڪاڻ جو انهيءَ مان ماڻهوءَ جي نرمي ۽ هيڻائي ظاهر ٿئي ٿي، ۽ خواري ۽ خرابي ٿي نڪري، هن لاءِ، ته جي ماڻهو خود برک آهن ۽ جن جي چئي ۾ هو رهي ٿو، تن جي گلا ڪندا ئي ڪندا، پوءِ چڻ ته خود ڏٽي جي گلا ڪيائون، پر، وري گهڻن جي چئي تي هلڻ ۽ گهڻن جي صلاح تي ڪم ڪرڻ به چڱو نه آهي، چاڪاڻ جو انهيء ڪري ماڻهو پڪي ارادي وارو نٿو ٿئي، ۽ سڀ ڪنهن ڪم ۾ ”لهان، چڙهان“ پيو ڪري، ۽ ذري هڪڙي حال تي ذري ٻئي حال تي ٿو اچي، ڪن ٿورن دوستن جي صلاح وٺڻ، سڀ کان چڱي ڳالهه آهي.

# گفتار تيرهين

## تعريف يا ساراهه

1. **53** *Of Praise* (1612, enlarged 1625)

تعريف گويا نيڪي جو عڪس يا پاچو آهي، پوءِ جنهن ڪنهن قسم جو آئينو يا عڪس ڏيڻ وارو جسم هوندو، انهيءُ قسم جو عڪس به هوندو، تهڙي طرح جيڪڏهن عام ماڻهو ڪنهن جي تعريف يا ساراهه ڪندا، ته اڪثر اجائي ۽ ڪوڙي سمجهبي، ۽ گهڻو ڪري فضول ۽ ٿنڀي ماڻهو جي لاءِ هوندي، نه نيڪن جي لاءِ، ڇاڪاڻ جو عام ماڻهن کي نيڪن ۽ چڱن اخلاقن جي سمجهه ناهي، جيڪي سڀ کان گهٽ درجي واريون نيڪيون آهن، تن کي هو ساراهيندا آهن، جيڪي وچوليون نيڪيون آهن، تن تي هنن کي اچرج لڳندو آهي، جيڪي تمام اعليٰ درجي واريون نيڪيون آهن، تن جو هنن کي سماءُ ئي ڪونه ٿو پوي، هو رڳو ڏيک تي پيا مرن، سچ آهي ته ناموس نديءَ سان مشابهت رکي ٿي، جنهن ۾ جيڪي هلڪيون ۽ پوريون ۽ واءُ سان پريل شيون هونديون، سي مٿي ڪچيون پيئون ترنديون، باقي جيڪي ڳريون ۽ نهريون شيون هونديون، سي ٻڏي وڃي تر وٺنديون، پر ڏاهن وٽ چڱو نالو عطر يا ڪٿوري کان به وڌيڪ قيمت وارو آهي، ڇوڌاري هٻڪار به پيو ڏيندو ۽ گهڻي تائين به پيو جٽاءُ ڪندو.

گهڻي ئي اجايون ۽ نالائق شيون آهن، جن جي ماڻهو ڏاڍي تعريف ڪندا آهن، ڪي ته رڳو خاشامد ۽ چاپلوسي

ڪري، ساراهه ڪندا آهن، انهن خوشامد ڪندڙ ماڻهن جا
به گهڻائي قسم آهن،

- هڪڙا عام خوشامندڙيا، جن کي ٻه چار صفتون ۽ واڪاڻون ياد هونديون، جي هو سڀ ڪنهن سان لڳائيندا ۽ هنن کي انهيءَ چٽ سان خوش ڪندا وتندا،
- ٻيا ٺڳ خوشامدڙيا، جي پهرين جاچي صحي ڪندا ته فلاڻو ڪهڙيءَ ڳالهه ۾ پنهنجي تعريف ۽ خودنمائي ٿو ڪري، پوءِ پاڻ به انهي ساڳي ڳالهه ۾ هن جي ساراهه ڪندا، جو بيشڪ خوشامدڙا،
- ڪي ماڻهوءَ جي انهيءَ گڻ لاءِ واڪاڻ ڪندا، جو گڻ خبر هوندين ته هن ۾ مور ڪونهي،
- ڪي وري خير خواهي ۽ چڱي نيت ڪري ٻين جي تعريف ڪندا آهن، جهڙيءَ طرح بادشاهن يا وڏن ماڻهن جي، اهڙي ڳالهه تي تعريف ڪرڻ گويا سبق سيکارڻ آهي، يعني جڏهن چوندا ته فلاڻو ههڙو ڪ ههڙو آهي، تڏهن ان جو مطلب اهو سمجهبو ته فلاڻي کي اهڙو يا ههڙو نيڪ ٿيڻ گهرجي
- ۽ ڪي وري بد خواهي ۽ دشمني ڪري ٻين جي تعريف ڪندا آهن، انهيءَ لاءِ ته ماڻهو هنن جي واکاڻ ٻڌي مٿن حسد ۽ ريس ڪن.

چوندا آهن ته خوشامد ڪرڻ وارا سپ ڪان وڏا دشمن آهن، سچ آهي ته پوري پني تعريف، جا وقت سر ملي ۽ اجائي نه هجي، ان مان گهڻو فائدو ٿو پهچي،
حضرت سليمان فرمايو آهي ته ”جيڪو ماڻهو فجر جو اٿي، وڏي سڏ، پنهنجي دوست جي واکاڻ ڪندو ته اها واکاڻ هن کي پٽ ٿي لڳندي“.
ڪنهن ماڻهوءَ کي يا ڪنهن شيءَ کي حد کان وڌيڪ پڏائڻ ڪري حسد ۽ ضديت ۽ نفرت پيدا ٿي ٿئي.
خودستائي، يعني پنهنجي پاڻ تعريف ڪرڻ، گهڻو ڪري سهڻي ڳالهه ناهي، پر پنهنجي ڪم يا ڌنڌي جي تعريف ڪرڻ ۾ ڪو عيب ڪونهي، پاڻ بزرگي آهي.

# گفتار چوڏهين

## ڪاوڙ يا چڙ

1. **57**) *Of Anger* (1625)

ڪاوڙ کي مطلق بند ڪرڻ ۽ اجهائي ڇڏڻ ممڪن ناهي، ديني ڪتابن ۾ اهو لکيل آهي ته

“ڪاوڙ پلي ڪجي، پر گناھ کان بچجي جيئن سچو ڏينهن ڪاوڙ ئي ڪاوڙ ۾ نه گذري وڃي“،

We have better oracles: "Be angry, but sin not: let not the sun go down upon your anger."

ڪاوڙ جهڙو ثوري هئڻ گهرجي، تهڙو ثوري تائين هلڻ گهرجي.

هاڻي، اسين

- پهرين ڏيڪاريندا‌سين ته ڪاوڙ ڪرڻ جي عادت ڪهڙيءَ طرح روڪجي ۽ بند ڪجي،
- تنهن کانپوءِ بيان ڪنداسين ته ڪهڙي تجويز ڪجي، جو ڪاوڙ مان ڪو نقصان نه پهچي،
- ۽ آخر ۾ ظاهر ڪنداسين، ته ٻئي ۾ ڪهڙي رستي ڪاوڙ پيدا ڪجي ۽ بند ڪجي.

ڪاوڙ ڪرڻ جي عادت بند ڪرڻ لاءِ ٻيو ڪوئي علاج ڪونهي، مگر اهو ته ڪاوڙ مان جيڪي نتيجا نڪرن ٿا، تن تي چڱيءَ طرح خيال ڪجي، ۽ ڏسجي ته ماڻهوءَ کي منجانئن ڪهڙي نه اهنجائي ٿي پهچي، ائين ڪرڻ لاءِ چڱو وقت تڏهن آهي، جڏهن ڪاوڙ ڪري بس ٿي ڪجي، انهيءَ مهل چڪاسي ڏسجي ته مون جا هينئر ڪاوڙ ڪئي، تنهن مان آخر ڇا حاصل ٿيو،

هڪڙو حڪيم فرمائي ٿو ته ”ڪاوڙ اهڙي بلا آهي، جو جنهن ۾ هوندي، پهريائين انهيءَ کي ناس ڪندي.“

غضب از شعلهاي شيطاني است،

عاقبت موجب، پشيماني است.

غضب يا ڪاوڙ شيطاني شعلو آهي جنهن جي پُڇاڙي يا پڇاڙي، عاقبت سواءِ پشيماني شرمندگي کان سواءِ ٻي ڪانهي.

تنهن ڪري ماڻهو کي تحمل ۽ ڌيرج گهرجي، جنهن کي تحمل ناهي، تنهن کي جيئرو رهڻ مشڪل آهي، في الحقيقت، ڪاوڙ هڪڙي قسم جي نيچائي ۽ هيٺائي آهي، جي خيال ڪري ڏسبو ته ڪهڙن قسمن جي ماڻهن ۾ ڪاوڙ گهڻي ٿي ٿئي، ته پاڻيهي اها ڳالهه درست ڏسڻ ۾ ايندي،

- ننڍن ٻارن
- ۽ زالن،
- پير مردن
- ۽ بيمارن ۾ اڪثر چڙ گهڻي ٿئي ٿي.

ڪاوڙ جا خاص ٽي سبب آهن،

- هڪڙو زود رنج رهڻ، ۽ ٿوري ايذاءَ کان گهڻو ڏکوئجڻ، چاڪاڻ جو جيسين ڪو ماڻهو ڏکوئبو ڪين، تيسين هو ڪاوڙ ڪين ڪندو، تنهن ڪري، جيڪي نرم ۽ نازڪ طبع ماڻهو ٿين ٿا، سي اڪثر

گهڻو ڪاوڙجن ٿا، ۽ ذري ذري تي پنهنجي چڙ ڏيکارين ٿا، پر جيڪي ڏاڍيءَ طبع جا ۽ وڏيءَ دل وارا آهن، سي ڪين جهڙيءَ ڳالهه تي ڌيان ئي ڪونه ٿا ڏين، چاڪاڻ جو چاڻن ٿا ته

شعشهء برق در آزردن است،
قاعدهء بحر فرو خوردن است،
سينه ء دريا نشود پر غبار،
گرچه که باران کندش سنگسار.

- پيو ته جڏهن ماڻهوءَ کي ڪو ڌڪار ۽ نفرت ڪري ايذاءُ پهچائي ٿو، تڏهن ڪاوڙ ٿي لڳي، چاڪاڻ جو جيترو ڌڪار ڪاوڙ کي تکو ٿي ڪري، اوترو خود ايذاءُ به نٿو ڪري، تنهن ڪري، جيڪو ماڻهو اڪثر نڪته چين هوندو، ۽ معاملي لاءِ ذرا پرزا وتندو گڏ ڪندو، ته ضرور پنهنجي ڪاوڙ وڌائيندو،
- ٽيون ته جڏهن ماڻهوءَ جي عزت ۽ آبروءَ کي ڪو جوکو رسائي ٿو، ۽ هن جي ننگ ناموس کي ڪا حرڪت پهچائي ٿو، تڏهن هن کي ڏاڍي چڙ ٿي لڳي، پر انهيءَ چڙ جو علاج آهي، هاڻيءَ جهڙي سخت چمڙي رکڻ، جو ٻئي کي جيئن وڻي تيئن ايذاءُ ڏئي، ته به خبر ئي ڪانه پوي.

سپ قسم جي چڙ بند ڪرڻ لاءِ، ڪوشش ڪري گهڻو وقت وٺڻ گهرجي، ۽ تڪڙ نه ڪجي: هميشه ائين سمجهجي ته اجا ڪاوڙ ڪرڻ ۽ وير وٺڻ جو وجه آيو ڪين آهي، انهيءَ طرح، دير ڪري ڪري، پنهنجي ڪاوڙ ڍري ڪجي.

ڪاوڙ ۾ ڪو ايذاءُ يا ڪا حرڪت نه پهچائڻ لاءِ، ٻن ڳالهين جي سنڀال ڪرڻ گهرجي،

- هڪڙي اها ته تمام خراب ۽ اجايا لفظ واتئون نه ڪيجن ۽ گارگند نه ڪجي ۽ ڪاوڙ مهل پنهنجا ڳجه ظاهر ڪري نه وجهجن، چاڪاڻ جو چيو اٿن ته

  سخن تا نه گفتي توانيش گفت،

  ولي گفته را باز نتوان نهفت،

- ٻي اها، ته ڪاوڙ مهل ڪوبه ڪم شوخيءَ ۽ چهُوه (تڪڙ) ۾ ڪري نه ويهجي، جنهن لاءِ پوءِ پڇتائڻو پوي ۽ جو وري درست ٿي نه سگهي.

ٻئي ماڻهوءَ ۾ ڪاوڙ پيدا ڪرڻ ۽ بند ڪرڻ آسان آهي، جڏهن اڳلو خفي ۾ يا ٻت ڪان بيزار ويٺو هجي، تڏهن ان کي ٿوريءَ ڳالهه تي چيڙائي سگهجي ٿو، ٻيءَ طرح، جاچي صحي ڪجي ته ڪهڙين ڪهڙين ڳالهين ڪري ماڻهوءَ جي ذڪار گهٽي ڏسڻ ۾ ايندي، پوءِ جي اهي ڳالهيون جاڻي

ٻُجهي ڪندئو، ۽ هو پيو ڏسندو ته فلاڻو مون کي ڌڪاري ٿو، ته ان ساعت ڪاوڙجي پوندو.

# گفتار پندرهين

## مائٽ (والدين) ۽ اولاد

1. **7** *Of Parents and Children* (1612, enlarged 1625)

جهڙيون ماءُ، پيءُ جون خوشيون ڳجهيون ۽ اندروني آهن، تهڙا سندن ڏک ۽ ڊپ به ڳجها آهن: نڪي هو پنهنجون خوشيون ظاهر ڪري سگهن ٿا، نڪي ڪين پنهنجن ڏکن ڏجهن ظاهر ڪرڻ جي مرضي ٿي ٿئي، مائٽ جي پورهيي ۽ محنت ۾ اولاد گهٽي فرحت ۽ ميٺاج پيدا ڪري ٿو، پر سندس ڏکن ۽ هلاڪين کي ٻيڻو ڪڙو به ڪري ٿو.
اولاد حياتيءَ جا فڪر وڌائي ٿو، مگر موت جي ياد گيري گهٽائي ٿو، هڪبئي ٻنيان ٻار ڄڻڻ ۽ پيڙهي ڪيڻ ته جهڙو انسان ڪري سگهي ٿو، تهڙو حيوان، پر يادگيري ۽ چڱو نالو، قدر ۽ چڱا ڪم رڳو انسان ئي سان لاڳو آهن، سچ آهي ته جن ماڻهن کي اولاد ڪونه ٿيو آهي، انهن چڱا چڱا ڪم ڪيا آهن، چاڪاڻ ته جو اهڙا ماڻهو جڏهن پنهنجي جسم جون نشانيون نه ڪڍي سگهيا آهن، تڏهن پنهنجي دل

جي نشانن ظاهر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿن، تنهن ڪري پوئين ۽ ايندڙ وقت جي ماڻهن جي خبرداري ۽ ڄاڻتي ڪٽنب ۽ خاندان کي پهريندي زور وٺائن ٿا، ۽ مشهور ڪن ٿا، اهي اڪثر پنهنجي اولاد تي تمام گهڻو مهربان رهن ٿا، چاڪاڻ جو ڄاڻن ٿا ته سندن ٻار نه رڳو سندن پيڙهي اڳتي وڌايو هلندا، پر سندن ڪم ۽ رٿ کي به وٺيو هلندا، انهيءَ ڪري هو چڻ ته سندن اولاد به ٿين ۽ مخلوق به ٿين.

گهڻو ڪري مائٹ پنهنجن ٻارن مان ڪن تي گهڻو مهربان ۽ ڪن تي ٿورو مهربان رهندا آهن: اها عادت نادرست ۽ نالائق ڏس ۾ اچي ٿي، خصوصن ماءُ ۾، حضرت سليمان جو قول آهي ته :

”ڏاهو پٽ پيءُ کي سرهو ڪري ٿو، پر ڪريل پٽ ماءُ کي شرمندو ڪري ٿو.“

پارسيءُ واري به چيو آهي ته

ندارد پدر هيچ يا پسته تر،
زفرزند شايسته شايسته تر.

اڪثر ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته جنهن گهر ۾ گهڻا ٻار آهن، انهيءَ ۾ هڪڙو يا ٻه ٻار جيڪي ڄمار ۾ سڀ کان وڏا آهن، انهن کي مائٹ مٿ عزت ڏين ٿا، جيڪي سڀ کان ننڍا آهن، سي

تيسر ۽ اڊنگا رهن ٿا، پر وچٿ، جن جي اوتري سنڀال ڪا نه ٿي ٿئي، اهي نيٺ لڏيو لميو وجيو سڀ کان چڱا ٿين.

پنهنجن ٻارن کي خرچي ڏيڻ ۾ ماءُ، پيءُ بعضي بعضي جا ڪنجوسائي ۽ تنگي ڪندا آهن، سا وڏي چُڪ آهي، ۽ منجهائنس گهڻو جوکو آهي، انهيءَ ڪري ٻار نيچ، بد مزاج ۽ کريل ٿا ٿين. رُچايون (لُچايون) ۽ ٺگيون ٿا سکن ۽ بچڙن سان سنگت ٿا رکن، ۽ جڏهن سک ۾ اچن ٿا، تڏهن پيٽ پرجيو پوين، گهُرجي ته هنن کان پيسو واجي نه رکن، پر هنن تي اختياري ۽ تاب رکن.

مائٽ، استاد ۽ دايا، اڪثر ناداني ڪري، ننڍي هوندي پائن جي وچ ۾ ريس وجهندا آهن، جنهن مان وڏي هوندي ڏاڍا فساد جاڳندا آهن، ۽ ڪڙمن ۾ رولا پوندا آهن،

اٿليءَ ۾ ماڻهو پنهنجي اولاد، پائيٽين، پاڻجين ۽ ٻين قريبن جي وچ ۾ ڪو به تفاوت ڪو نه سمجهندا آهن، سندن پيٽئون نڪرن ته چا، نه نڪرن ته چا، جي هڪڙي قبيلي يا آکهه جا هوندا، ته اهو بس آهي، اصل کئون انهيءَ ڳالهه ۾ گهڻو فرق ناهي، چاڪاڻ جو ڪڏهن ائين ٿيندو آهي جو پائٽيو يا پاڻيجو، پنهنجي ماءُ، پيءُ کان وڌيڪ، چاچي يا مامي يا ڪنهن ٻئي مائٽ تي ويندو آهي، خواه مهاندن ۾، خواه عادتن ۾.

مائٽن کي گھرجي ته جڏھن اجان سندن ٻار ننڍائي ھجن ته انھن جي لاءِ ڪو ڏنڊو يا ڪم رٿي ڇڏين، جو ڀانئين ته ھو وڏي ھوندي اختيار ڪن، ڇاڪاڻ جو ھو اجا ڪچا ۽ تازا آھن، ۽ جيئن موڙبن تيئن مڙندا
(سنڌيءَ ۾ چوندا آھن ته ”ٻار آھي مُڇ جو وار، جيئن واربس تيئن ورندو.“).

چوب تر را چنانکه خواھي پيچ،
نشود خشک جز به آتش راست.

ڪاٺي جيين سائي يا آلي آھي تيسينءَ جيئن موڙبس تيئن مڙندي، پر جڏھن ّسڪ ٿي وئي سُڪي وئي ته ساڙڻ کان سواءِ سڌي نه ٿيندي!)
۽ گھرجين ته ٻارن جي طبيعت يا دل جي ميل تي گھٽي نظر نه ڏين، متان ڇاڻن ته جنھن ڪم تي ھنن جي دل آھي، اھو ڪم ھو چڱيءَ طرح ڪندا، انھيءَ ۾ شڪ ناھي ته ڪن ٻارن ۾ ننڍي ھوندي ڪنھن خاص ڪم يا ھنر لاءِ تمام گھڻو ميل ۽ حد کان وڌيڪ چُستي ڏسبي آھي، ۽ انھيءَ حال ۾ ھنن جي مرضيءَ جي بر خلاف ھلڻ چڱو ناھي، مگر اڪثر ھيءُ قاعدو آھي ته چڱي شيءِ چونڊجي، پوءِ عادت ۽ ھير ڀاڻيھي انھن کي سھنجو ۽ لذت ڀريو ڪندي، گھڻو ڪري ننڍا ڀاءُ سياڻا ۽ نصيب وارا ٿيندا آھن، ڇاڪاڻ جو ھنن کي ٻاڙُن جي ڀورھئي تي تعلق رکڻو ٿو پوي (ڀاڙڻو ٿو

پوي) ۽ وڏي ورثي جي ملڻ جي اميد ڪانهين، جهڙي وڏن پائرن کي آهي، پر جڏهن وڏا پاءُ لاوارث ٿيو ٿا وڃن، تڏهن ننڍا پاءَ اهڙا نصيب وارا نٿا ٿين.

# گفتار سورهين
## پرڻجڻ يا ڇڙهو رهڻ

**8.** *Of Marriage and Single Life* (1612, slightly enlarged 1625)

جنهن ماڻهوءَ کي زال ۽ پار ٻچا آهن، انهيءَ ڄڻ ته نصيب کي پنهنجون اولون ڏنيون آهن، يعني سچو ئي ”نصيب“ جي هٿ هيٺ آهي، ڇاڪاڻ جو ڪنهن به نيڪيءَ يا خرابيءَ جهڙي وڏي ڪم ڪرڻ ۾ پار ٻچا حرڪتون آهن، يعني هنن جي ڪري هو ڪوئي به وڏو ڪم ڪري نٿو سگهي،
سچ آهي ته ڇڙهن ۽ بي اولاد ماڻهن تمام چڱا ۽ عوام جي لاءِ فائدي وارا ڪم ڪيا آهن، هي ماڻهو، جهڙو محنت (ڏکئي وقت) ۾ تهڙو هوند (خوشحالي) ۾، گويا خلق سان پرڻيا آهن، ۽ خلق جي لاءِ ورثو ڇڏيو اٿن،
انهيءَ هوندي به، حقيقت ۾، جن کي پار ٻچا آهن، انهن کي آئيندي جي سڀ کان وڌيڪ اڳ، ڳڻتي آهي، ڇاڪاڻ جو

چاڻن ٿا ته ايندڙ زماني ۾ اسان جي ٻارن کي پڻ گذارڻو پوندو،

- ڪي ماڻهو اهڙا آهن، جو اگرچ پاڻ چڙها آهن، تڏهن به ايندڙ وقت بابت هنن کي ذرو به خيال ڪونهي، سندن خيال رڳو سندن سر ساڻ لاڳو آهي، ۽ پرتي نٿو وڃي،
- ڪي وري آهن، جي پاڻئين ٿا ته زال ۽ ٻار ٻچا پري آهي، جا جيئن نه هجي، تيئن چڱي. جي ٻار ٻچا هوندا، ته انهن جي ليکي خرچ ڪرڻو پيو پوندو، تنهن ڪان اصلي بس،
- وري ڪي مورک ۽ لالچي هوند وارا آهن، جي ٻار ٻچي نه هئڻ ڪري تمام سرها ۽ مغرور آهن، چاڪاڻ جو هو پاڻئين ٿا ته هنن جي نه هئڻ ڪري اسين وڏيڪ دنيادار ليکباسين، شايد ٻڌو اٿن ته ڪنهن هڪڙي ڪٿي ويهي اها ڳالهه ڪئي ته ٻيلي فلاڻو ڪو فلاڻو ڏاڍو پيسن وارو آهي، ۽ ان کي ڪنهن ٻئي وري جواب ڏنو ته پيسن وارو برابر آهي، پر ويچاري کي هيترا سارا ٻار آهن، جڻ ته ٻارن جي ڪري ڪنهن جي دولت گهٽ ٿي ويندي هجي!

اڪثر چڙهي رهڻ جو عام سبب آزادگي آهي، خصوصن، انهن ماڻهن لاءِ، جي خود پسند ۽ وهمي ٿيندا آهن، ۽ جي

بند ۽ روڪ کان اهڙو وئون ويندا آهن (پڇندا آهن)، جو رڳو ڪمر بند ۽ خلعت جهڙين عزت جي وٿن کي نه نيئرن ۽ ڪڙين کان گهٽ نه سمجهندا آهن.
اٽيرٽيل ماڻهو جهڙا چڱا دوست ٿيندا آهن، تهڙا چڱا ڏٽي، ۽ تهڙا چڱا نوڪر، پر هميشه اهڙا چڱا تابعدار ڪين ٿيندا آهن، يعني دوستي ۽ نوڪري ۽ ڏٽيپو چڱو ڪندا آهن، پر هميشه تابعداري چڱي ڪين ڪندا آهن، چاڪاڻ جو هنن جي پڇي وڃڻ جو گهڻو امڪان آهي.
ڏرمي ماڻهن کي چڙهو رهڻ نهي ٿو، چاڪاڻ جو جي پرٽيل هوندا ته پهريائين هنن کي پنهنجي بار ٻچي جي پوئواري ڪرڻي پوندي، پوءِ ڪنهن ٻئي خدا جي ٻانهي جي، ۽ انهيءَ طرح جڏهن محبت ۽ سخا کي پهريائين هڪڙي ڪڏ پرٽي پيئي هوندي، تڏهن چوڌاري زمين ڪيريو مشڪل پهچندو.
منصف ۽ ٻيا عدالتي عملدار پرٽجڻ چا، نه پرٽجڻ ته چا، ڪوئي ڦير ڪونهي: چاڪاڻ جو جي ڪٽي چئبو ته هنن کي زال لالچائي انصاف جي رستي کان ٻاهر نيئي سگهندي، تنهن ڪري نه پرٽجڻ گهرجين، ته اهڙا ماڻهو جڏهن چڙها آهن، تڏهن نوڪر جي لالچ تي نٿا لڳي سگهن چا؟ هنن کي ڏه پيرا زال کان وڌيڪ ٻچڙو نوڪر ملي سگهي ٿو.

جنگي سپاهين کي پرٽجڻ چڱو آهي، چاڪاڻ جو جڏهن سپهه سالار ۽ سردار هنن کي وڙهڻ لاءِ همٿائيندا آهن، تڏهن هو ڪين سندن زالون ۽ ٻار ٻچا ياد ڏياريندا آهن، ته من انهيءَ وسيلي سان هو بهادر ٿي وڙهن، ۽ هيٺا ٿي مارجي نه وڃن، پرٽي کي ڌڪارڻ ڪري عام سپاهي نيچ ٿي پوي ٿو، جهڙيءَ طرح ترڪن جو اڳي حال هو.
يقين آهي ته زال ۽ ٻار ٻچا انسانيت جي لاءِ هڪڙي قسم جي تعليم آهن، يعني انسان انهن جي ڪري ماڻهپو، مروت ۽ نرمي سکي ٿو، مگر وڏيڪ ظالم ۽ سنگدل ٿين ٿا، چاڪاڻ جو هنن کي ڪڏهن نرميءَ ڏيکارڻ جو ۽ مهربانيءَ جي استعمال ڪرڻ جو وجهه ڪونه ٿو ملي.
خيالي ۽ گنڀير طبيعت وارا ماڻهو، عادت تي هلڻ ڪري، پڪا ۽ وفادار ٿيندا آهن، تنهن ڪري پنهنجين زالن تي ڏاڍي محبت رکندا آهن.
پاڪدامن ۽ چڱيءَ هلت واريون زالون، پنهنجيءَ پاڪدامنيءَ ڪري، البت مغرور ۽ خوديءَ واريون ٿينديون آهن. زال جي پاڪدامن خواهه تابعدار رهڻ لاءِ وڏو شرط ۽ پيوند اهو آهي جو هوءَ پنهنجي مڙس کي ڏاهو ۽ عقل وارو ڄاڻي، پر جي هن صحي ڪيو، ته منهنجو مڙس شڪي ۽ ريسارو آهي، ته پوءِ هرگز ائين ڪين ڪندي.

- زالون، نوجوان مڙسن کي معشوقن وانگي آهن،

- وچوليءَ چمار وارن مڙسن کي سنگتين وانگي آهن،
- پير مردن  کي دائين ۽ پورهيتن وانگي آهن.

انهيءَ لاءِ ماڻهوءَ کي ڪڏهن به پرڻجڻ لاءِ سبب آهي، پر، ڪنهن به سبب ڪري، جيڪڏهن اصل پرڻجڻو ئي نه هجي، ته ”ٿيليس“ حڪيم وانگي هلت ڪرڻ وڏي ڏاهپ آهي.
انهيءَ يوناني فيلسوف کي جڏهن ننڍي هوندي ماڻس پرڻجڻ لاءِ زور ڪيو، تڏهن چيائين ته
”امان،اڃان پرڻجڻ جا ڏينهن پيا آهن،“
وري جڏهن پيري ۾ ماڻس اچي هن کي ساڳئي ڪم لاءِ جهليو، تڏهن چيائين ته ”امان، پرڻجڻ جي وهي ته لنگهي ويئي، هيئنر پرڻجي ڇا ڪندس!“
چوڻي آهي ته ” (سچ) اپرئي کان پوءِ دير ڪانهي، (سچ) الهي کانپوءِ سوير ڪانهي.“
ٻيو به نقل آهي ته ”سقراط“ حڪيم کان ڪنهن ماڻهوءَ اچي صلاح پڇي ته ”آئون پرڻجان ڪ نه!“
جواب ڏنائين ته ”پرڻجين يا نه پرڻجين، پر پشيمان ضرور ٿيندين!“. (جيڪو پرڻجي سو به پڇتائي، جيڪو نه پرڻجي سو به پڇتائي)
گهڻو ڪري ائين ٿيندو آهي، جو بڇڙن مڙسن کي چڱيون زالون ملنديون آهن، پوءِ خبر ناهي ته اهو انهيءَ ڪري آهي، جو جڏهن ڪڏهن جمعي چنداڻي مڙس ڪا مٺن

مهرباني ڪري ٿو، تڏهن انهيءَ جي مهرباني جو قدر پوين ٿو، يا ته انهيءَ ڪري جو زالون پنهنجي تحمل ۽ صبر تي مغرور رهن ٿيون، پر جڏهن زالن پنهنجي خير خواهن جي برخلاف پنهنجي خوشيءِ سان اهي خراب مڙس ڪيا آهن، تڏهن ته ضرور ائين ٿئي ٿو، چاڪاڻ جو پنهنجيءَ غفلت ۾ بيوقوفيءَ کي ڍڪڻ لاءِ ائين نه ڪن، ته جيڏين سرتين ۾ خوار ٿيون ٿين، وري اڪثر چڱن مڙسن کي بچڙيون زالون ملنديون آهن. انهن ويچارن سان ته جيئري قيامت آهي، زمين تپيو ٿي اچين! شيخ سعديءَ ان لاءِ مزي جهڙو بيت چيو آهي

زن، بد در سراي مرد نکو،
هم در اين عالمست دوزخ او.

# گفتار سترهين

## جواني ۽ پيري

1. **41***Of Youth and Age* (1612, slightly enlarged 1625)

ماڻهو عمر ۾ ننڍو ئي هوندو، ته به جي پنهنجو سڄو ئي وقت چڱيءَ طرح لڳايو هوندائين، ته هن کي وڏو چئي

سگهجي ٿو، چاڪاڻ جو چيو اٿن ته ”بزرگي بعقل است، نه بسال“،

جوانيءَ ۾ جيئن ماڻهوءَ جي عمر ننڍي ۽ ڪچي آهي، تيئن سندس خيال به ڪچا ٿين ٿا، پر انهيءَ هوندي به جوان ماڻهو مٿو هڻيو جيڪي نوان هنر يا نيون ڳالهيون ڳوليو ڪڍن ٿا، سي اهڙا آهن، جي پير مرد ڪڏهن ڪين ڳولي سگهندا، جوانن جي دلين ۾ مزي مزي جهڙا خيال نه پها ئين اچن ٿا، جيئن نبين جي دل ۾ وحي ايندا آهن.

جي ماڻهو شوخ طبيعت جا ٿيندا آهن، ۽ تمام وڏيون ۽ ڳريون خواهشون ڪندا آهن، تن جا سياءُ پهريندي ڪان ڪم جي لاءِ پڪا ڪين ٿيندا آهن، پر جڏهن پوري (پڪي) ڄمار ۾ ايندا آهن، تڏهن ڪمال کي پهچندا آهن، گهڻا شهزادا ننڍپڻ ۾ بيخبر ۽ حرڪتي، شوخ ۽ بدچال ڏسڻ ۾ آيا آهن، پر وڏي هوندي اهڙا زبردست ۽ زور وارا ٿي گذريا آهن، جو مٿن عجب ٿو لڳي، پر جيڪي نرم طبع جا ۽ آرام واري سياءُ جا آهن، سي ننڍپڻ ۾ ئي چڱا ڏسڻ ۾ ٿا اچن.

پيريءَ ۾ چستي ۽ تيز طبعي، ڪم هلائڻ جي لاءِ تمام فائدي واري آهي،

جوان ماڻهو انصاف ڪرڻ ڪان وڌيڪ، تجويزن رٿڻ جا لائق آهن، مشورت ڏيڻ ڪان وڌيڪ، ڪم جي هلائڻ جا لائق آهن،

۽ سانھ ستيءَ وارا ٺھرايل ڪم جي ڪرڻ کان وڏيڪ، نون ڪمن رٿڻ جي لائق آھن، چاڪاڻ جو پير مرد جو آزموده انھن ڪمن ۾ ڪمائتو ٿيندو، جن سان اڳي ڪو واسطو ٿيو ھوندن، يا جي سندن ھٿن مان لنگھيا ھوندا، پر نون ڪمن ۾ ھو منجھي بيھي رھندا، يا ته ڀُلون (غلطيون) ڪندا، جوان چُڪندا يا پلبا، ته ڪم کي بگيڙي ڦٽائي ڇڏيندا، پر جي پير مرد پلبا ته رڳو ايتري چوڪ ڏسڻ ۾ ايندي ته جتي گھڻو ڪم ڪري سگھجي، اتي ٿورو ڪندا، يا جتي جلد ڪم پورو ڪري سگھجي، اتي ڍرائي ۽ دير ڪندا.
ڪم ھلائڻ ۾ جوان وڏا وڏا ٻڪ پائيندا، ۽ ايتري ڪم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا، جو سندن وس کان ٻاھر ھوندو، ايترو ڦڙ ڦوٽ ۽ فساد اٿاريندا، جنھن کي آسانيءَ سان ويھاري ڪين سگھبو، ۽ اھڙو چوھ مان آخرين مطلب ڏي پڇندا، جو اپائن ۽ درجن جو سماءُ به ڪين وٺندا: جيڪي ٿوريون ڪوڙيون سوڙيون متيون سکيون ھونداٿون، انھن تي پيا عمل ڪندا ۽ جھٽ ۾ نيون رٿون رٿيندا، پوءِ منجھائن ڪھڙا به نقصان نڪرن، سپ ڪم حد کان وڌيڪ ڪندا، جنھن مان پاڻ کي ٻيٽو جنجال ۾ وجھندا: نڪي پڇتائيندا، نڪي موٽ کائيندا ۽ مست ھاٿيءَ يا پڙيل گھوڙي وانگي نڪي بيھندا، نڪي پٺتي موٽندا،

پر، پير مردن جو اهو حال ناهي: هو گهڙيءَ گهڙيءَ، ذري ذري تي اعتراض آڻيندا، گهٽي مصلحت ۽ ڳڻتي ڪندا، پوري پني ڪم ڪرڻ جي به دل جهلي ڪوشش ڪندا، ۽ جلد ئي پڇتائيندا، ڪنهن به ڪم کي توڙ تائين ڪڏهن ڪين پهچائيندا، ٿورو ئي ڪري، ان تي راضي ٿي، ماٺ ڪري ويهندا ۽ گهٽيءَ فتح ۽ فائدي جي طمع ڪانه رکندا،
چڱو ائين آهي ته مٿين ٻنهين قسمن جي سيائن جون خاصيتون گڏجن، ته انهيءَ ڪري ڪم به پورو ۽ چڱي طرح هلي ۽ ننڍا پاڻ به وڏن جي هٿان تعليم پائين.
ڪي ماڻهو اهڙي سياءَ جا ٿيندا آهن، جو ننڍپڻ ۾ حد کان وڌيڪ هوشيار، سياڻا ۽ پڪا ٿيندا آهن، پر وڏي هوندي ڪُند (ذهن، مُڏا) ۽ موڳا ٿيو پون، انهيءِ قسم جا هڪڙا ته چالاڪ طبع ۽ تيز فهم ماڻهو ٿيندا آهن، جن جي ڏينهن پئي طبع جي تيزي چڏيو وجي، ۽ مُڏي ٿيو پوي، جهڙيءَ طرح هڪڙي عالم، ”هر موجنز“ نالي جي ڳالھ ڪندا آهن ته ننڍپڻ ۾ ڏاڍيءَ سياڻپ ۽ حڪومت جا ڪتاب جوڙيائين، ۽ پنجويهين ورهين جي ڄمار ۾ ذهن اهڙو خراب ٿي پيس، جو ڪين جهڙي ڳالھ به ياد رهي ڪين سگهندي هيس،
ٻيا وري اهي ٿيندا آهن، جو ننڍي هوندي سپ ڪنهن کي وڻندا آهن، ۽ مٺي گفتگو ڪندا آهن، پر وڏي هوندي اهڙا ڪين ٿيندا آهن،

ٿيان وري اهي ٿيندا آهن، جو نندي هوندي زور ڪري اهڙي ڪشادهه دلي، بهادري ۽ جوانمردي ڏيکاريندا آهن، جا جوانيءَ جي وسعت کان ٻاهر هجي.

# گفتار ارڙهين

## خوبصورتي

1. 42*Of Beauty* (1612, slightly enlarged 1625)

نيڪي قيمتي جواهر سان مشابهت رکي ٿي، جيئن جواهر ڪنهن سُهڻيءَ مُندي ۾ ويهارڻ ڪري تمام چڱو ڏسڻ ۾ اچي ٿو، تيئن نيڪي به انهيءَ جسم ۾ تمام چڱي ڏسڻ ۾ اچي ٿي، جو جيڪڏهن مهانديءَ ۾ چڱو نه هجي، ته به سهڻو هجي، اڪثر ڏٺو وڃي ٿو ته جيڪي تمام سهڻا ۽ خوبصورت آهن، تن ۾ بي ڪا گهڻي نيڪي نٿي ٿئي، تنهنڪري هو پڙهيل ۽ سڌريل ٿين ٿا، پر وڏي همت وارا نٿا ٿين، ڪوشش ڪري چڱي چال سکن ٿا، پر بي ڪا وڏي نيڪي نٿا سکن، مگر، هميشه اهو قاعدو نٿو هلي. ”اغسطوس“ ۽ ”طيطوس“. روم جا شهنشاهه، ”فلپ“ چوٿون فرانس جو بادشاهه، ايڊورڊ چوٿون، انگلينڊ جو بادشاهه، اسماعيل صفوي، ايران جو بادشاهه ۽ ”آلڪيبايڊيز“، يونان جو سردار ، اهي سڀئي بهادر ۽ وڏي

ڏيڍيءَ ۽ همٿ وارا ماڻهو به هئا، ۽ پنهنجي زماني ۾ خوبصورتيءَ ڪري مشهور به هئا.
سونهن ۾ چهري ۽ مهانڊي جي سهڻائي، رنگ جي سهڻائيءَ کان بهتر آهي، ناز ۽ هلت چلت جي سهڻائي، چهري جي سهڻائي کان بهتر آهي.
سونهن جو سڀ کان چڱو پاڱو اهو آهي، جو مصور نقش ڪري نه سگهي، نڪي هڪڙي پيري ڏسڻ سان ماڻهوءَ کي معلوم ٿي سگهي.
ماڻهو ڪهڙو به سهڻو هوندو، ته به ٿورو ڪي گهڻو عيب مڙئي هوندس، ڪيترائي منهن اڪثر ڏسجن ٿا، جي ذرو ذرو ۽ عضوو عضوو ڪري چڪاسي ڏسبا ته چڱا ڪين لڳندا، پر هوندئن سڄو ئي گڏ چڱا ڏسڻ ۾ اچن ٿا، جي اها ڳالھ درست آهي ته سونهن آهي ئي رڳو هلت چلت ۽ اٿ، ويھ ۾، ته تڏهن انهيءَ ۾ عجب ڪونهي، جي چئجي ته گهڻا ماڻهو پيريءَ ۾ سئو دفعا وڌيڪ ڏسجن ٿا.
سونهن گرم موسم جي ميون وانگي آهي، جي جلدي ڪنا ٿيو وڃن ٿا ۽ جٽاءُ نٿا ڪن. اڪثر جن ماڻهن ۾ سونهن ٿئي ٿي، سي جوانيءَ ۾ بدچال ۽ عيشي، ۽ پيريءَ ۾ شرمندا ۽ نااميد ٿين ٿا. پر، جي سونهن ڪن چڱن سياڻن وارن ماڻهن ۾ ٿئي ٿي، ته هنن جي نيڪين کي ڏاڍو جلوو ڏئي ٿي، ۽ هنن جي بدن کي ڏاڍو جهڪو ڪري ٿي.

# گفتار اوڻيهين

## بدصورتي

## XLIV. OF DEFORMITY.

1. 44 *Of Deformity* (1612, somewhat altered 1625)

بدصورت ۽ عيبدار ماڻهو گهڻو ڪري سرشت ۾ سپاءُ وڙهي مٿ پون ٿا، چاڪاڻ جو جيئن سرشت ساڻن جٺ ڪئي آهي، تيئن پاڻ وري سرشت سان جٺ ڪن ٿا، چو جو هو اڪثر بدطبيعت ۽ بيشرم ٿين ٿا، ۽ جڻ ته انهيءَ طرح قدرت کان پنهنجو وير وٺي ڇڏين ٿا، سچ آهي ته جسم ۽ دل جي وچ ۾ ڪا نسبت يا موافقت مڙئي رهي ٿي، ۽ جتي جسم عيبدار ۽ بچڙو ٿئي ٿو، اتي دل به عيبدار بچڙي ٿئي ٿي: پر انسان جي جسم جي بناوٽ سندس هٿ ۾ ناهي، تنهنڪري ان بابت لاچار آهي، مگر دل جي بناوٽ سندس وس ۾ آهي، تنهنڪري جيئن سج تارن کي لڪائي ڇڏي ٿو، تيئن نيڪي ۽ تعليم ذاتي خواهشن ۽ هوسن کي لڪائي ڇڏي ٿي، انهي لاءِ، بدصورتي کي بد دليءَ جي علامت يا نشاني نه سمجهڻ گهرجي، پر بد دليءَ جو هڪڙو پڪو سبب سمجهڻ گهرجي.

جنهن ماڻهوءَ جي جسم ۾ ڪو عيب ٿيندو آهي، انهيءَ لاءِ هميشه اها به خواهش ٿيندي آهي ته پاڻ کي ڪوشش ڪري انهيءَ عيب مان ۽ ماڻهن جي ڏڪار کان ڇڏائي، تنهنڪري عيبدار ماڻهو تمام جرئت وارا ٿيندا آهن، پهريائين اها جرئت پنهنجي بچاءَ لاءِ ڪم آڻيندا آهن، پر پوءِ ان جي عادت ڪري ڇڏيندا آهن، ۽ ڪهڙي به ڪم ۾ اها ظاهر ڪندا آهن، تنهن کان سواءِ، اهڙا ماڻهو محنتي ۽ چست ٿيندا آهن، ۽ خصوصن پين جي عيبن ڳولڻ ۽ بدن جي ڦولڻ ۾ چالاڪي ڏيکاريندا آهن، انهيءَ لاءِ ته جي پيا کين ڏڪارين، ته پاڻ به هنن کي ڏڪارڻ جهڙا ٿين، وري جن جا هو زير دست ٿين ٿا، سي مٿن ڪنهن به طرح جو رشڪ يا حسد نٿا نين، چاڪاڻ جو پڪ اٿن ته اسين هنن کي جيئن وڻي تيئن ڏڪاري سگهون ٿا، جيڪي هنن جا هم جنس، همعصر ۽ جيڏا سرتا آهن، سي به هنن کي خرابي پهچائڻ جي نٿا ڪن، چاڪاڻ جو چاڻن ٿا ته هي وڏيڪ زور وٺي ڪين سگهندا، تنهنڪري هيترن فائدن ۽ وجهن (سببن) هوندي، جيڪڏهن ڪو تيز فهم، چالاڪ طبع، مسخرو ۽ ظريف ماڻهو بد صورت يا عيبدار هوندو، ته هن جون پنج ئي گيه ۾ آهن، هو، پين جي بيپرواهيءَ ڪري، چڙهي وڏي درجي کي پهچي سگهي ٿو، اڳوڻن ڏينهن ۾، بادشاه، ناظرن يعني مخنثن ۾ گهڻو پروسو ۽ اعتبار رکندا هئا، انهي لاءِ ته هو سپني ماڻهن تي حسد نين ٿا،

تنهن ڪري رڳو هڪڙي جي تمام چڱي طرح نوڪري ڪري سگهندا، ۽ هن سان ايماندار رهي سگهندا. ايتري اعتبار هوندي به، هنن کي ناظر يا مقدم يا جاسوس ڪيو اٿن، پر ڪنهن مختياريءَ يا منصفيءَ يا ٻئي وڏي درجي تي مقرر ڪيو اٿن.

اهڙو ساڳيو حال ٻين عيبدار ماڻهن جو به آهي، انهيءَ ڪري هو، پنهنجي عيب لڪائڻ لاءِ ۽ پاڻ کي ٻين جي ڌڪارڻ کان ڇڏائڻ لاءِ، نيڪيءِ يا بديءَ جي وسيلي سان ڪوشش ڪن ٿا، تنهن ۾ عجب ڪونهي، جي هو ڪڏهن ڪڏهن تمام بهادريءَ ۽ تعريف جهڙا ڪم ڪن، ۽ چڱائيءَ ڪري ملڪ ۾ مشهور ٿين، تاريخ ۾ اهڙا گهڻا مثال آهن. ”ايجسلاز“، ”سپارٽا“ شهر جو بادشاه، قد جو بندرو ۽ بد شڪل ۽ منڊو هوندو هو، پر بهادريءَ جي ڪري سڄي يونان ۾مشهور هوندو هو، ”سنجر“ بن سليمان ترڪستان جي سڀني سلطانن کان وڏو هو، پر عيبدار هو، ”ايسپ“، جنهن کي ڪي ماڻهو لقمان حڪيم ڪري ڄاڻيندا آهن، ۽ جنهن جون آکاڻيون مشهور آهن، سو به بندرو ۽ بدشڪل هو، پر ڏاڍو ڏاهو هوندو هو، ”سقراط“ حڪيم، جو يونان جو مشهور فيلسوف ٿي گذريو آهي، ۽ جنهن کي آخر زهر پياري ماريو هئائون، سو به نهايت بد شڪل هوندو هو، امير ”تيمور“جي، بهادريءَ جي نه رڳو هندستان ۾ هاڪ

آهي، پر ٻيا اوسي پاسي وارا ملڪ به شاهدي ڏيندا. اهڙا ڪيئي ٻيا مثال به ملي سگهندا.

DEFORMED persons are commonly even with mature; for as nature hath done ill by them, so do they by nature, being, for the most part, (as the Scripture saith,) "void of natural affection;" and so they have their revenge of natures. Certainly there is a consent between the body and the mind, and where nature erreth in the one, she ventureth in the other: "ubi peccat in uno, periclitatur in altero:" but because there is in man an election, touching the frame of his mind, and a necessity in the frame of his body, the stars of natural inclination are sometimes obscured by the sun of discipline and virtue; therefore it is good to consider of deformity, not as a sign which is more deceivable, but as a cause which seldom faileth of the effect. Whosoever hath any thing fixed in his person that doth induce contempt, hath also a perpetual spur in himself to rescue and deliver himself from scorn; therefore, all deformed persons are extreme bold; first, as in their own defence, as being exposed to scorn, but in process of time by a general habit. Also it stirreth in them industry, and especially of this kind, to watch and observe the weakness of others, that they may have somewhat to repay. Again, in their superiors, it quencheth jealousy towards them, as persons that they think they may at pleasure despise: and it layeth their competitors and emulators asleep, as never believing they should be in possibility of advancement till they see them in possession: so that upon the matter, in a great wit, deformity is an advantage to rising. Kings, in ancient times, (and at this present in some countries,)

were wont to put great trust in eunuchs, because they that are envious towards all are more obnoxious and officious towards one; but yet their trust towards them hath rather been as to good spials, and good whisperers, than good magistrates and officers: and much like is the reason of deformed persons. Still the ground is, they will, if they be of spirit, seek to free themselves from scorn; which must be either by virtue or malice; and, therefore, let it not be marvelled, if sometimes they prove excellent persons; as was Agesilaus, Zanger the son of Solyman, Æsop, Gasca, president of Peru; and Socrates may go likewise amongst them, with others.

[49]



# گفتار ويھين

## ڍونگ

1. **6** *Of Simulation and Dissimulation* (1625)

6ڍونگ هڪڙي قسم جي اجائي رٿ ۽ ڪچي ڏاهپ آهي، چاڪاڻ جو اهو وڏي سياڻي حريف ۽ ڏاڍيءَ دل واري ماڻهوءَ جو ڪم آهي، جو برابر چاڻي ته ڪيڏيءَ مهل ۽

ڪهڙيءَ جاءِ تي سچ ڳالهائڻ گهرجي، ۽ ڪيڏيءَ مهل
ائين ڪرڻ جو ضرور نه آهي، تنهنڪري جيڪي ڍونگ
ڪن ٿا، اهي ڪچيءَ رت ۽ تجويز وارا ليکڻ ۾ ايندا.
هي هنر يا تجويزون، ڍونگ يا ڳجهڙايون، علحدن قسمن
جون عادتون آهن، جن جو هڪٻئي کان تفاوت چاڻڻ
گهرجي. جنهن ماڻهوءَ کي فهم ۽ فراست، ڏاهپ ۽ سياڻپ
ايتري آهي، جو صحي ڪري سگهي ٿو، ته ڪهڙيون
ڳالهيون يا ڪهڙا ڳجهه کولڻ گهرجن، ڪهڙا لڪائڻ
گهرجن، ڪهڙا رڳو اڌو گابرا ظاهر ڪرڻ گهرجن
۽ ڪهڙن ماڻهن وٽ ۽ ڪيڏي مهل ائين ڪجي، جي سڀ
حڪومت ۽ جهانگيريءَ جي ڪمن هلائڻ جا هنر آهن، تن
ماڻهن ۾ ڍونگ وڏي خسيس عادت آهي، ۽ سندن ڪم ۾ وڏي
روڪ آهي، پر، جي ڪنهن کي اهڙي سياڻپ ناهي، ته پوءِ
سندس مرضي وڻيس ته ڍونگ ڪري، وڻيس ته ڳجهڙو
رهي، چاڪاڻ ته جتي ڪنهن ماڻهوءَ کي جدا جدا حالتن ۾
جدا جدا چال چلن نٿي اچي، يا سندس وس ۾ ناهي، اتي
گهرجيس ته جيڪو عام سلامتي وارو رستو آهي، سو
وٺي، جهڙي طرح انڌو، نه ڏسڻ ڪري، هميشه آهستي
آهستي ۽ سنڀالي وک کڻي ٿو.
سچ آهي ته جيڪي بهادر ۽ همت وارا ماڻهو ٿي گذريا
آهن، اهي هميشه پنهنجي ڪم ڪار ۾ صاف دل ۽ کليل

رهيا آهن، ۽ پڪائي ۽ سچائي جي لاءِ نالو ڪڍيو اٿن، پر اهڙا ماڻهو چڱي طرح تعليم ڏنل گهوڙن وانگي آهي، جن کي خوب خبر آهي ته ڪٿي بيهجي، ڪٿي موٽجي، اهڙا ماڻهو جڏهن ڪنهن وقت چاڻندا آهن ته هينئر ڍونگ ڪرڻ ضروري آهي، ۽ ائين ڪڻي ڪندا آهن، تڏهن انهن کي ڪوئي به ٻيو صحي ڪري ڪين سگهندو آهي، چاڪاڻ جو هنن جو نالو اڳي سچائيءَ ۽ ايمانداريءَ جي ڪري مشهور ٿي ويو آهي، انهيءَ جي پردي ۾ سندن هي ڍونگ ڍڪجيو وڃي ۽ ظاهر ئي نٿو ٿئي.

هن طرح پاڻ کي لڪائڻ جا ٽي درجا آهن، پهريون ڳجهڙو رهڻ يا حجاب ڪرڻ، ۽ ڳجهه ظاهر نه ڪرڻ ۽ ڪندو رهڻ، انهن حالتن ۾، ٻين ماڻهن کي خبر پئجي ڪين سگهندي ته هن جي اندر ۾ ڇا آهي، يا سندس ڪهڙي راءِ آهي، ٻيو، ڪوڙو انڪار ڪرڻ ۽ ڍونگ ڪري ظاهر ڪرڻ ته منهنجو فلاڻو مطلب ناهي، مگر حقيقت ۾ سندن اهو ئي مطلب هجي، ٽيون ڪوڙو اقرار ڪرڻ، ۽ ڍونگ ڪري ظاهر ڪرڻ ته منهنجو فلاڻو ڪ فلاڻو مطلب آهي، مگر فيالحقيقت سندس اهو مطلب پٽيءُ نه هجي.

هاڻي اسين هڪڙي هڪڙي جو ٿورو بيان ڏينداسين.

پهريون: ڳجهڙو رهڻ، يقين آهي ته جيڪو ماڻهو اڪثر ڳجهڙو رهي ٿو ۽ پنهنجو راز ٻاهر نٿو ڪڍي، انهيءَ سان

سپ ڪو ماڻهو ڪلي ڪڏي پنهنجو اندر اوريندو ۽ ڳجھ ڳوهيندو. چاڪاڻ جو ڪنهن کي ڪٿي ڪنيو آهي جو وات_ ڦاٽوڙي ماڻهو وٽ وڃي ڳجھ ظاهر ڪندو!، انهيءَ طرح، جي ماڻهو چاڻندا ته ٻيلي فلاڻو جيڪي ٻڌي ٿو تنهن جي ٻاڦ به ٻاهر نٿو ڪڍي، ته هو بلاشڪ هن کي ڪيترين ئي ڳجهين ڳالهين جي خبر ڏيندا_ جيئن ڏسبو آهي ته پوريل ۽ گهٽيل هوا، ڪليل هوا کي پاڻ ڏي ڇڪي وٺي ٿي، تنهنڪري، ڳجهڙن ماڻهن کي ڪيترين ئي ڳالهين جي سماءُ پوڻ جو وجھ آهي، جو هنن وٽ ٻيا ماڻهو اچي پنهنجي دل جو بار هلڪو ڪن ٿا، مطلب ته جڳ جي رازن چاڻڻ لاءِ، ڳجهڙي رهڻ کان سواءِ ٻيو وسيلو ڪونهي، پر جي سچ ڪري پڇبو ته اوگهڙ جهڙي ٻاهر بدن ۾ نٿي ٺهي، تهڙي اندر دل ۾ ۽ جي وڏيڪ عزت پائين ٿا، باقي وات _ ڦاٽن ماڻهن کان ته خدا رکي وٺي. هو اڪثر اجايا ۽ پورڙا ٺيندا آهن، ڇو ته جو ماڻهو جيڪي ڄاڻي ٿو، سو سڀ ظاهر ڪري ٿو وجهي، سو جيڪي نٿو ڄاڻي سو به ظاهر ڪندو، تنهنڪري، هي قاعدو ياد رکڻ گهرجي ته ڳجهڙي رهڻ جي عادت هر طرح چڱي آهي، جهڙي اخلاقن جي چڱائيءَ لاءِ، تهڙي ڪم ڪار هلائڻ لاءِ، پر هن حالت ۾ ضروري آهي ته جيڪي زبان سان چوڻو هجي، سو منهن مان معلوم نه ٿئي. چاڪاڻ جو اڪثر ڏسبو آهي ته ماڻهو وات مان

گهٽو ئي نٿائي ۽ ٻيءَ طرح جي ڳالهه ڪري، پر سندس منهن ۽ چهري مان سندس اندر جي ڳالهه پئي بڪندي آهي، ۽ انهيءَ طرح هو ماڻهن ۾ وڏو عيب ۽ هيٺائي آهي، ۽ وري ماڻهو به هن جي لفظن تي اوترو ڀروسو نٿا رکن، جيترو هن جي منهن ۾ نشانن تي.

ٻيو، ڊونگ ڪري انڪار ڪرڻ، هي رڳو ڳجهڙي رهڻ جو نتيجو آهي: يعني جيڪو ڳجهڙو هوندو، سو ٿورو يا گهٽو ڊونگي به ته هوندو ئي هوندو. هن ڪري، جو ماڻهو ڏاڍا پڪا ۽ حرفتي آهن، ۽ ڪڏهن ڪين پائيندا ته ڪو ماڻهو ڳجهڙو رهي، ۽ دم جهلي اهڙي واٽ وٺي جو خبر نه پوي ته هن پاسي آهي يا هن پاسي. تنهنڪري هو ڪيڏ ڪري اهڙيون ڳالهيون پڇندس، ۽ اهڙو آٽي گهتيندس ۽ سوگهو جهليندس، جو هو لاچار ماٺ ڇڏي هڪڙي پاسي ڏانهن پنهنجو ميل ڏيکاريندو، ۽ راءِ ڏيندو، يعني هن کي اهڙو آٽي هلاڪ ڪندا، جو هو يا ته سچ ڳالهائي ڏيندو، يا ته ڳجهه لڪائڻ لاءِ ضرور ڊونگ ڪندو، پر جي هو ڪٽي واڪ به ٻاهر نه ڪڍي ۽ دم جهلي ويهي رهي، ته به سندس ماٺ مان هو ايترو معلوم ڪندا، جيترو سندس ڳالهائڻ مان، ۽ جيڪڏهن مشڪوڪ جواب ڏيندو، ته اهي گهٽي تائين جٿاءَ ڪين ڪندا. ضرور هڪڙيءَ نه ٻيءَ مهل ظاهر ٿي پوندو ته هن جو سچو مطلب ڇا آهي. تنهنڪري، جيستائين

ڪو ماڻھو ڊونگي نہ ٿيندو، تيستائين ڳجھڙو رھي ڪين سگھندو.
ٿيون، ڊونگ ڪري اقرار ڪرڻ ۽ ڪوڙ ڳالھائڻ. ھن ۾ وڏيڪ ڏوھ ۽ ڪچائي آھي، ۽ ٿورڙي اٽڪل ۽ سياڻپ آھي، مگر، لاچاري جي وقتن ۾، جڏھن ڪو ٻيو وسيلو ڪونہ ھجي،، تڏھن سو ائين ڪرڻ روا آھي. تنھنڪري ھيءَ ھڪڙي بدي آھي، جا ذاتي ڪوڙ يا ڏٻ يا ڪنھن عيب مان پيدا ٿي ٿئي، چاڪاڻ جو ماڻھو پنھنجي عيب ڍڪڻ لاءِ ضرور ڊونگ ڪري ٻين ڳالھين جي دعويٰ ڪندو. تہ متان ڪم ڪان رھجي وڃي.
ڊونگ ڪرڻ مان ٽي فائدا ملن ٿا. پھريون اھو تہ ضديت بند ٿي ٿئي ۽ ڪو سامھون ڪونہ ٿو ٿئي. جنھنڪري ماڻھو پنھنجو ڪم اوچتو ڪڍيو وٺي، چاڪاڻ جو جڏھن ڪنھن ماڻھوءَ جا ارادا ۽ نھراءَ خلق جي ڪنين پون ٿا، تڏھن چڻ تہ سندس دشمنن کي جاڳڻ جو اطلاع ملي ٿو، ٻيو اھو، تہ ماڻھوءَ کي آخر ۾ پنھنجيءَ جند ڇڏائڻ لاءِ بندوبست ڪرڻ جو وجھ ملي ٿو، چاڪاڻ تہ جيڪو ماڻھو ظاھر ظھور اھو شرط ڪندو تہ آءُ ھيئن يا ھيئن ڪندس، پوءِ ضرور يا اھو ڪم ڪري، يا تہ ڏڪو کائي ئي کائي، جيئن ”ايسپ“ جي آکاڻيءَ ۾ ڏيڏرن ۽ تلاءَ سڪڻ جي نقل مان ظاھر ٿيندو. ٽيون اھو تہ ٻئي جي منجھ جي خبر ٿي پوي، چاڪاڻ جو

جيڪو ڊونگ ڪري چوندو ته آءَ صاف دل آهيان، ۽ اهڙيون ٻيون صاف دليءَ جون ڳالهيون ڪندو، ته انهيءَ ڪي ماڻهو هيڏانهن پنهنجو منجهه ڏيندا، انهيءِ طرح، ڊونگي ماڻهو ڇڻ ته ڪوڙ ڳالهائي سچ ٿو ڪڍي، يا ڪوڙ ڏيو سچ ٿو وٺي.

ڊونگ ڪرڻ مان نقصان به ٿي نڪرن ٿا: پهريون اهو ته ڊونگ مان ڊپ ۽ نامرادي ڏسڻ ۾ اچي ٿي، انهيءَ ڪري ماڻهو ڪي ڪنهن به ڪم ڪرڻ ۾ روڪ ٿي ٿئي. جو ڪم جيڪر هو يڪدم ڪري ڪنيِن ڪان سواءِ البت روڪجي پوي ٿو. ٻيو اهو، ته ڊونگي ٻين گهڻن ماڻهن ڪي منجهايو ڇڏي، جي ماڻهو هوند ڪيس سندس ڪم ۾ ڏادي مدد ڏين، ۽ همراهي ڪن، انهيءَ ڪري هن ڪي پنهنجي مطلب پوري ڪرڻ لاءِ پنهنجي سر مٿو هڻڻو ٿو ٿئي. ٽيون، سڀ ڪان وڏو نقصان اهو، جو ڊونگي ماڻهوءَ جو ويساهه ڪڍيو ٿو ڇڏي، ۽ گويا هن ڪان ڪم ڪرڻ جو تمام چڱو اوزار کسيو وٺي، جنهنڪري هن جو ڪم رنڊجيو پوي.

سڀ ڪان چڱو ۽ چوکو رستو اهو آهي، ته ماڻهوءَ ڪي گهرجي ته خلق ۾ صاف دليءَ جي ڪري مشهور ٿئي ۽ ڳجهڙي رهڻ جي عادت نه ڪري، ڊونگ مان انڪار رکو ڪنهن خاص وقت تي ڪري ۽ ڊونگ مان اقرار تڏهن ڪري، جڏهن ڪو ٻيو علاج يا رستو نه هجيس.

# گفتار ايڪيھين

## حسد

1. **9** *Of Envy* (1625)

عشق ۽ حسد ڪانسواءِ، انسان جي دل ۾ ٻيو ڪوبه حرص يا هوس ڪونهي، جو موهي وجهي، يا مندي چڙهي، يا جادوءَ جهڙو اثر پيدا ڪري، انهن ٻنهي هوسن وارن ماڻهن ڪي هميشه ڏاڍيون زور واريون خواهشون ٿينديون آهن، ۽ ڪيترائي خيال ۽ ڪيتريون ئي رٿون انهيءَ دم مغز ۾ ايندڙيون آهن، ۽ جڏهن هو پنهنجا مطلب يعني جن شين جي لاءِ هو هوس پچائن ٿا، سي، حاضر ڄاڻندا آهن، تڏهن انهيءَ ساعت سندن حرص ۽ هوس سندن اکين ۾ اچي ويهي رهندا آهن، حسد ڪي نظر يا بدنظر به چئبو آهي، جيئن ته اڪثر ٻڌڻ ۾ ايندو آهي ته فلاڻي ماڻهوءَ ڪي يا فلاڻي شيءِ ڪي نظر لڳي، نظر لڳڻ مان نقصان تڏهن ٿئي ٿو، جڏهن حاسد محسود ڪي ڪنهن وڏي عزت ۽ آبروءَ جي حال ۾ ڏسي ٿو، ڇاڪاڻ جو اها عزت ۽ آبرو، حسد ڪي تيز ٿي ڪري، تنهن ڪان سواءِ اهڙن آبروءَ جي وقتن ۾، ماڻهوءَ جون روحاني قوتون نڪريو، ٻاهر جسم تي ٿيون اچن، جنهنڪري مٿن جهٽ پٽ نظر لڳي وڃي ٿي.

هاڻي اسين ذڪر ڪنداسين ته ڪهڙن قسمن جا ماڻهو اڪثر حاسد ٿيندا آهن، يعني ٻين تي حسد نيندا آهن، ڪهڙن قسمن جا اڪثر محسود ٿيندا آهن، يعني ڪهڙن تي ٻيا ماڻهو حسد نيندا آهن، ۽ عام ۽ خانگي حسد جي وچ ۾ ڪهڙو تفاوت آهي.

جو ماڻهو پاڻ ۾ ڪائي نيڪي ڪانه ٿو ڏسي، سو ٻين جي نيڪي تي حسد ڪري ٿو، ڇاڪاڻ جو ماڻهن جي دلين جي خوراڪ ٻه شيون آهن، يا خود سندس نيڪي، يا ٻين جي بدي، تنهنڪري، جنهن ۾ پنهنجي نيڪي ڪانهي، سو ضرور ٻئي جي بديءَ تي ڪاهه ڪندو، ۽ جنهن کي ٻئي جهڙي نيڪيءَ جي هٿ آڻڻ جي اميد ڪانهي، اهو ضرور پانئيندو ته هن کي نقصان رسائي ۽ خراب ڪري پاڻ جهڙو ڪريان.

جنهن ماڻهوءَ جي عادت اها آهي ته هڪڙي نه ٻئي ڪم ۾ رذل رهي ٿو، ۽ هڪڙيءَ نه ٻي ڳجهي ڳالهه کي کوٽي ڪڍي ٿو، سو اڪثر ٻئي تي حسد نئي ٿو، ڇاڪاڻ جو ٻين جي ڳالهين ڳولڻ ۽ ڄاڻڻ ۾ هو دقت کڻي ٿو، سا پنهنجي ڪنهن فائدي ڪاڻ نٿو کڻي، پر هن کي ٻين جي بخت ۽ نصيب تي نظر ڪرڻ ۾ هڪڙو تماشو ٿو لڳي، جن کي

رڳو پنهنجي ڪم تي ڌيان ڏيڻو ٿو پوي، انهن کي حسد ڪرڻ جو وجهه ڪونه ٿو ملي.
عالي نزاد ۽ وڏي خاندان وارا ماڻهو جيڪي نئين مان وڏا ماڻهو ٿيندا وڃن، انهن تي اڪثر حسد نيئندا آهن، ڇاڪاڻ جو انهن ٻنهي جي وچ ۾ جا وڇوٽي آهي، تنهن ۾ ڦير پوي ٿو. هنن ٻين کي چڙهندو ڏسي ڀانئين ٿا ته اسين لهندا وڃون، جهڙيءَ طرح ڪو ماڻهو هڪڙي هنڌ بيٺو هجي ۽ اڳيائنس آگ گاڏي يا ڪا ٻي اهڙي شيءِ تمام جلد اچي لنگهي، ته هو ڀانئيندو آهي ته پاڻ، يا جنهن شيءِ تي پاڻ بيٺو آهي، سا پٺتي پيئي وڃي.
عيبدار ۽ بد شڪل ماڻهو، پيا ڪدڙا، پير مرد ۽ حرامزادا، اهي ماڻهو اڪثر حاسد ٿيندا آهن، ڇاڪاڻ جو جيڪو پنهنجي حالت سڌاري ڪين سگهندو آهي، سو ٻئي جي حالت کي خرابي پهچائڻ جي ڪندو آهي، مگر جڏهن اهڙا عيبدار ماڻهو بهادر ۽ همت وارا ٿيندا آهن، تڏهن انهن کي حسد ڪونه ٿيندو آهي، ڇاڪاڻ جو هو پنهنجي عيب کي پاڻ هڪڙو فخر يا مان سمجهن ٿا، جيئن ته ماڻهو چوندا ته فلاڻو انڌو يا منڊو هڙا وڏا ڪم ڪري چڪو آهي، تنهنڪري ڪلور ڪيو اٿس! جهڙوڪ امير تيمور، دهليءَ جو بادشاه، جنهن کي "تيمور لنگ" به چوندا آهن، ۽

”اجسلاز“، سپارٽا شهر جي بادشاهه، جي نالي لکن ٿا، ٻئي منڊا هئا، پر وڏيءَ همت وارا هئا.
جي ماڻهو ڏاڍيون محنتون ۽ سختيون ڪڍيو پوءِ چڙهن ٿا، انهن ۾ به اڪثر حسد پيدا ٿيندو آهي، ڇاڪاڻ جو هو پاڻ ڇڻ زماني سان وڙهيا ويٺا آهن، ۽ جڏهن پنهنجا گذريل ڪشالا ۽ عذاب ياد پون ٿا، تڏهن ڪنهن جو منهن ڪين ٿو وڻين، پوءِ پانئين ٿا ته ٻين ماڻهن کي نقصان پهچڻ سان سندس ڏک گهٽ ٿيندا.
جن ماڻهن جي مرضي آهي، ته اسين گهٽين شين ۾ ٻين کان گوءِ ڪٽي وڃون ۽ افضل ڏسڻ ۾ اچون، سي، هلڪائيءَ ۽ مغروريءَ جي ڪري، هميشه حاسد ٿيندا آهن. تنهن جو سبب هي، ته هو هيترن سڀني ڪمن ۾ ته هڪجهڙا پڙ ڪين هوندا، ضرور ڪنهن هڪڙي نه ٻئي ڪم ۾ ڪو ٻيو ڪانئن وڌيڪ چالاڪ هوندو، پوءِ انهيءَ تي حسد نيندا.
”ادريون“، روم جي شهشاهه جي نالي چون ٿا ته هو شعر، نقاشيءَ ۽ ٻين ڳچ جيترن هنرن ۾ محاورو رکندو هو، ۽ پانئيندو هو ته سڀ کان هوشيار ليکجان ته چڱو، تنهنڪري جيڪو شاعر يا نقاش يا ڪو ٻيو اهڙو هنرمند ماڻهو ڏسندو يا ٻڌندو هو ته انهي تي حسد نيندو هو.
ويجها عزيز ۽ هم_ڪسب، يعني هڪڙي ڌنڌي وارا ماڻهو، ۽ جيڪي گڏ پليا ۽ نپنا آهن، اڪثر جڏهن هڪجهڙن

ڪي چڙهندو ڏسندا آهن، تڏهن سندن حاسد ٿيندا آهن، اصلي چوڻي آهي ته ”بود هم پيشه يا هم دشمن“ ، چاڪاڻ جو ٻئي جو چڱو بخت چڻ ته سندن بخت ڪي طعنو ٿو هڻي، ماڻهن جي ڌيان تي ٿو چڙهي، گهڻو ڪري هنن جي دل تي ٿو رهي، ۽ جنگ ۾ مشهور معروف ٿو ٿئي، حسد جو ته وري اهو دستور آهي، ته جيئن ٻاهر ڪنهن جي تعريف يا ساراهه ٿيندي، تيئن وڌندو ويندو.

هاڻي انهن جو بيان ڏينداسين، جي گهڻو ڪري محسود ٿين ٿا، يعني جن تي ماڻهو حسد ڪن ٿا.

جيڪي نيڪ ۽ اشراف آهن، تن ڪي چڙهندو ڏسي، ڪنهن ڪي حسد ڪونه ٿو ٿئي، چاڪاڻ جو نيڪ بختي اهڙن ماڻهن جو حق آهي، ۽ هو گويا پنهنجو حق ٿا وٺن. جيڪو ڪنهن ڪي سندس قرض يا لهڻو ملندو ڏسي ٿو، ته ان تي حسد ڪين ٿو نئي، پر جڏهن هن ڪي ڪو انعام يا بخشش ملندي ڏسي ٿو، تڏهن حسد ٿيس ته ٿيندس.

حسد جي اها خاصيت آهي ته سڀ ڪنهن ڪي پاڻ سان مقابلو ۽ پيٽ ڪندو، ۽ جتي انهيءَ طرح پيٽ ڪرڻ جو امڪان ڪونهي، اتي حسد ٿي نٿو سگهي. اهو ئي سبب آهي جو بادشاهن تي رڳو بادشاهه حسد ٿا نين. پر ڪو غريب مٿن حسد نئي ڪين سگهندو. انهيءَ هوندي به، جاڻڻ گهرجي ته جيڪڏهن ڪو نالائق ماڻهو زور وٺي ٿو، تڏهن

پهريندي مٿس گھڻا حاسد ٿين ٿا. پر پوءِ ڏينهن پئي اهو وسريو وڃي، جيئن ته ماڻهن کي خبر پوي ٿي ته هي نالائق ۽ ڪميڻو ۽ پوڪ آهي، ۽ اوچتو زماني جي گردش ڪري چڙهي ويو آهي، پر لائق ۽ سکر ماڻهو جڏهن گهڻن ڏينهن تائين زور ونيو هلن ۽ مشهور ٿين. تڏهن حسد هلي ٿو، ڇاڪاڻ جو اگرچ سندن اشرافت ۽ نيڪي اوستائين هڪجهڙي هلي اچي، پر جيتري پهريندي رونق هين، اوتري پوءِ نه هوندين، ۽ ماڻهو سندن تعريف ٻڌي ٿڪجي پيا آهن، تنهنڪري جي ڪو نئون ناليوارو پيدا ٿيندو ۽ انهن کان ڪسر ڪٽي ويندو، ته انهيءَ ۾ اوترو ارها ڪين ٿيندا. وڏي گهراڻي وارا ماڻهو جڏهن چڙهن ٿا، تڏهن ماڻهن کي حسد ڪونه ٿو ٿئي. ڇاڪاڻ جو اهو هنن جو جم ۽ نسل جو حق آهي، تنهن کان سواءِ، انهي چاڙهي ڪري، سندن نصيب گهڻو وڌيو نٿو وڃي، ۽ هنن جي اڳوڻيءَ ۽ هاڻوڪيءَ حالت ۾ ڪا وڏي هيٺ_ مٿاهين ڪانه ٿي ڏسجي. حسد کي سج جي تابش سان مشابهت ڏيندا آهن، ڇاڪاڻ جو ڏنگي زمين يا پاسيري ٽڪريءَ تي سج جو تئو گهڻو ٿو پوي، پر سنئين وڇايل زمين تي اوترو نٿو پوي، انهيءَ ئي سبب ڪري جيڪي ماڻهو درجي بدرجي چڙهن ٿا، انهن تي اوترو حسد جي مار ڪانه ٿي ٿئي، جيترو انهن

تي، جي يڪدم ۽ اوچتو ٿپ ڏيو وجيو چڱي نصيب کي پهچن.

جن ماڻهن سفر ڪاٽي، ڪشالا ڪڍي، رنج ۽ مشقت سهي عزت ۽ آبرو حاصل ڪئي آهي، انهن تي گهڻو حسد ڪونه ٿو ٿئي، چاڪاڻ جو سيڪو چاڻي ٿو ته هنن ويچارن مشڪلات سان اها عزت پاتي آهي، ۽ پاڻ مٿن رحم ڪائن ٿا، رحم ته حسد جو علاج آهي، جنهنڪري اڪثر ڏسبو آهي ته پڪا ۽ تجويز وارا ماڻهو جڏهن وڏي درجي کي پهچندا آهن، تڏهن هميشه پيا ڪرڪندا آهن، ته اسين جٿين ۾ آهيون ۽ ڏاڍا عذاب ٿا سهون، هو سچ پچ عذابن ۾ ناهن، پر رڳو ٻين جي حسد کي اجهائڻ ۽ روڪڻ لاءِ ائين ٿا ڪن، پر اهو حال انهيءَ ڏنڏي يا درجي سان آهي، جيڪو ڪو ٻيو ڪنهن تي رکي ٿو، ۽ هو پنهنجي خوشيءَ سان هٿ نٿو آڻي، چاڪاڻ جو جيڪو لالچ ڪري اجايا ۽ وڏا جهٽ پائيندو، اهو پاڻ حسد کي وڌائيندو، وڏي ماڻهوءَ لاءِ حسد کي اجائڻ جو رستو اهو آهي ته جيڪي سندس نوڪر ۽ زيردست آهن، انهن کي پنهنجين پنهنجين جاين ۽ درجن تي قائم رکي، چاڪاڻ ته ائين ڪرڻ ڪري هو گويا پنهنجي ۽ حسد جي وچ ۾ ايترا مڙئي پردا ٿنگي ٿو، جنهنڪري حسد جلد مٿس ڪين ايندو.

سپني کان وڏيڪ حسد انهن تي ٿو ٿئي، جي جڏهن وڏي درجي کي پهچن ٿا، تڏهن مغروريءَ سان هلت ڪن ٿا، ۽ ٻاهريون ڏيک ۽ ٺٺ ڪري، سپني کي ماري مچائي، پنهنجي وڏائي ڏيکارين ٿا، پر ڏاها ماڻهو، حسد جي ٽارڻ لاءِ، پاڻ کي کهڙو به نقصان پهچائڻ قبول ڪن ٿا، ۽ ڪڏهن ته، چاڻي ٻجهي، جن ڪمن ۾ سندن اوترو واسطو ڪونهي، انهن ۾ شڪست کائين ٿا ته من اهي نقصان ۽ شڪستون ڏسي حسد مري. وڏي درجي ۾ ٿي جي ماڻهوصفا ۽ سادي هلت وٺندو، هٺ ۽ وڏائي نه ڪندو، ۽ ٺڳيءَ ۽ دغابازيءَ کان پاسو ڪندو، ته گهڻو ڪري حسد کان بچيل رهندو. چاڪاڻ جو هٺ ۽ وڏائي ڪرڻ ڪري ماڻهو ايترو ظاهر ڪري ٿو ته آءُ هڙي وڏي درجي جو لائق ناهيان، تنهنڪري پاڻ حاسدن کي حسد ڪرڻ لاءِ رستو ڏيکاري ٿو.

اسان منڍ ۾ چيو آهي ته حسد يا نظر ۾ جادوءَ جهڙو اثر آهي، تنهنڪري حسد جو علاج به اهو آهي، جو جادوءَ جو علاج آهي، يعني هڪڙيءَ شيءِ تان منڍ ڪٽي، ٻيءَ شيءِ تي رکڻ. انهيءَ ڪم لاءِ عقل وارا وڏا ماڻهو گهڻو ڪري پاڻ وٽ هڪڙو اهڙو ماڻهو رکندا آهن، جنهن جي گردن تي حسد جو سڄو بار پوي ۽ پاڻ بچي وڃن. ڪڏهن وزيرن ۽ اميرن تي، ڪڏهن نوڪرن تي، ڪڏهن سنگتين تي،

وغيره، اهڙين جاين لاءِ ڪيترا ماڻهو هڪيا ٿي سگهندا، جي بيحد همت وارا ۽ تيز طبر آهن. انهن ڪي جي ڪنهن وڏيءِ جڳهه يا درجي جي ملڻ جي طمع هوندي، ته بلاشڪ اهڙي جاءِ قبول ڪندا، پوءِ ڪهڙو به نقصان پهچين.

هاڻي اسين عام حسد جو ٿورو بيان ڏينداسين، عام حسد جو مطلب هي آهي ته جڏهن ڪنهن قوم ۾ ڪو ماڻهو تمام اڻنگي ۽ بيپرواهيءِ جي هلت ڪندو آهي، تڏهن اڪثر انهيءَ قوم جا ماڻهو مٿس حسد نيندا آهن، ۽ هن جي هٺ پڃڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، انهيءَ ڪري، عام حسد مان اجا ڪا چڱائي ٿئي ٿي، پر خانگي حسد مان ڪائي ڪانهي، چاڪاڻ جو عام حسد جي وسيلي سان هٺيلي ۽ مغرور ماڻهوءَ کي اکوڙي ڪڍي سگهجي ٿو، تنهنڪري اهو ان کي روڪ ڪرڻ ۽ سنئين رستي تي آڻڻ جو اهڙو چڱو اوزار آهي، جهڙو سرڪش گهوڙي کي لغام، عام حسد جو حقيقت ڪري مطلب آهي، عام خلق جو ناراضپو، هيءُ حڪومت جي لاءِ هڪڙو وبا جهڙو مرض آهي، جيئن مرض پکڙجي ٿو، تيئن حسد به. جڏهن ڪنهن حڪومت يا دولت ۾ اچي پوي ٿو، تڏهن جيڪي ان جا چڱا ڪم آهن، تن کي ڦيرايو ڪنا ۽ گندا ڪريو چڏي. اهڙن وقتن ۾، تعريف جهڙن ڪمن جي آڻي گڏڻ مان ۽ انهن جي شاهديءَ وارڻ مان ڪي ڪين حاصل ٿو ٿئي، اٿلندو

معلوم ٿئي ٿو ته ائين ڪرڻ وارا ماڻهو حسد کان بچن ٿا، تنهنڪري حسد پاڻ مٿن اچي ٿو، ۽ کين جوکو رسائي ٿو. جهڙيءَ طرح ڏسبو آهي ته وبا جي ڏينهن ۾ جيڪو ڀڄندو ۽ ڀڄندو آهي، اهو چڙ ته وبا کي پاڻ ڏي سڏيندو آهي، هيءُ عام حسد بادشاهن ۽ دولتن تي اوترو نٿو اچي، جيترو گهڻو ڪري اميرن ۽ ٻين وڏن عملدارن تي اچي ٿو. پر، هي قاعدو درست آهي، ته جڏهن ڪنهن وزير تي ڏاڍو حسد ٿئي ٿو، پر في الحقيقت منجهس ڪو حسد جو سبب اهو حسد اميرن تي ناهي، خود انهيءَ دولت يا حڪومت تي آهي.

پڙرو هجي ته حسد سڀني هوسن مان تيز ۽ جٽاءَ وارو هوس آهي، چاڪاڻ جو ٻين هوسن پچائڻ جو ڪڏهن ڪڏهن وجهه ٿو ملي، گهرجي ته حسد ۽ عشق، اهي ٻئي ماڻهوءَ کي ڳاري ماري ڇڏين ٿا، مگر ٻيا هوس ائين نٿا ڪن، چاڪاڻ جو اهي گهٽي تائين نٿا هلن: جهڙو پارسيءَ ۾ حسد جي بابت چيل آهي ته ”آن درد که در مان نه پذيرد، حسد است“ تهڙو ساڳيو عشق جي بابت چيل آهي ته ”در ديست درد عشق، که در مان پذير نيست،“ تنهن کان سواءِ، حسد سڀني هوسن مان نيچ ۽ ڏوهاري آهي، جنهنڪري شيطان کي حسد جي صفت ڏيندا آهن.

# گفتار ٻاويهين

# عشق

1. **10** [Of Love](Of Love) (1612, rewritten 1625)

شعر ۾ عشق نهي ٿو، ۽ لذت به ڏئي ٿو، پر زماني جي ڪمن ۾ گهٽي حرڪت پهچائي ٿو. تاريخ مان معلوم ٿيندو ته گهڻو ڪري جيڪي وڏا ۽ لياقت پريا ماڻهو ٿي گذريا آهن، سي عشق جي مستيءَ ۾ ڪڏهن ڪين ڦاٿا آهن، جنهن مان ظاهر آهي ته وڏيءَ همت وارا ۽ وڏي ڪم وارا ماڻهو هن قسم جي هوس کان گوشو ٿا ڪن، هي به ڄاڻڻ گهرجي ته عشق نه رڳو ڪليل دل ۾ گهڙي ٿو، پر جي پوري سنڀال نه رکبي ته ڪهڙيءَ به مضبوط ۽ سخت دل ۾ گهڙي ويندو. انسان کي خدا تعاليٰ بابت خيال ڪرڻ ۽ ٻين وڏين هاجن هلائڻ لاءِ خلقيو ويو آهي، نه انهيءِ لاءِ ته ڪم ڪار ڇڏي، هميشه هڪڙي سهڻي بت يا پتلي جي اڳيان گوڏا کوڙي ويٺو هجي، ۽ جيئن جانور پنهنجي پيٽ يا وات جا غلام آهن، تيئن هي پنهنجي اک جو ٻانهپو قبول ڪري، جا اک ٻين چڱن ڪمن لاءِ هن کي ڏني ويئي آهي.

عشق جي عجيب خاصيت آهي، ته ماڻهو سڀ ڳالهه ۾ حد کان ٻاهر وڃي ٿو، ۽ هميشه مبالغي ۾ ڳالهائڻ پسند ڪري ٿو، نه رڳو ڳالهائڻ، پر خيال ڪرڻ به مبالعي ۾ پسند ڪري

ٿو، چوندا آهن ته جهڙو ماڻهو پاڻ پنهنجي خوشامد ٿو ڪري، اهڙو ٻيو ڪوئي به سندس ڪين ٿو ڪري، پر عاشق پنهنجي معشوق جي پاڻ کان به وڌيڪ خوشامد ڪري ٿو، چاڪاڻ جو دنيا ۾ اهڙو خود پسند ماڻهو پاڻ کي حد کان وڌيڪ پسند ڪندو ڪونه ڏسبو، جهڙو عاشق پنهنجي معشوق کي ڪري ٿو، انهيءَ ڪري هڪڙي ڏاهي جو چوڻ آهي ته ”عاشق به ٿيڻ ۽ عاقل به ٿيڻ، ممڪن ناهي،“ ”عشق“ ۽ ”عقل“ جي جنگ ته ملڪن ۾ مشهور آهي، نه رڳو ٻيا ماڻهو هن جو مبالغو ۽ اجايون ڳالهيون صحي ڪن ٿا، پر جيڪو هن جو معشوق آهي، سو ڌريون، يعني عاشق ۽ معشوق، هڪٻئي کي پيار ڪن ٿا، اتي ائين ناهي، چاڪاڻ جو اهو قاعدو درست آهي ته عشق جو بدلو يا عشق ٿيندو آهي، يا اندر جي ڌڪار، تنهنڪري هيءُ بوڪائتو ڪم ٿيو، جو بدلي ۾ ٻيو ڪي حاصل به ڪين ٿئي. مورڳو پنهنجي دل جو هوس اجايو کپائجي.
جيڪو عشق جي ڦندي ۾ ڦاسي ٿو، سو عقل ۽ مايا جي ڪا پرواهه ڪانه ٿو رکي. هيءَ هوس گهڻو ڪري وڏي ڏک يا وڏي سک جي حالت ۾ ڏاڍو زور وٺي ٿو، ۽ اڳين پوئين ناداني سڀ ظاهر ڪري وجهي ٿو، چڱو اهي ماڻهو ٿا ڪن، جي عشق ۾ ڦاٿي ڪانپوءِ حياتيءَ جي وڏن ڪمن ۾ ان کي هٿ وجهڻ نٿا ڏين، چاڪاڻ جو جيڪڏهن عشق اهڙن

ڪمن ۾ هٿ اٽڪائي ٿو، ته سڄي ڪارخاني ۾ رولو وجهيو ڏئي، نصيب ۽ بخت لوڙهيو ڏئي، ۽ ماڻهن کي مطلب کان ٻاهر ڪڍيو وجي.

انهيءَ جو سبب الائجي ڪهڙو آهي، جو جنگي ماڻهو اڪثر عشق ڏي گهڻو ميل رکن ٿا، شايد انهيءَ ڪان آهي جو هو شراب پيئڻ تي هرن ٿا، چاڪاڻ جو جيڪي محنتون ۽ جاکوڙ ٿا ڪڍن، انهن کي عيش عشرت جو ضرور آهي.

انسان جي طبيعت ۾ ٻين کي پيار ڪرڻ جو اندروني ميل رکيل آهي، پوءِ اهو پيار رڳو هڪڙي ڄڻي تي يا ڪن ٿورن تي نه رکندو، ته گهڻن تي رکڻو پوندس، انهيءَ ڪري، ماڻهو اصل کان خير خواهه، نرم ۽ سخي ٿئي ٿو.

شاديءَ واري عشق مان انسان پيدا ٿئي ٿو، دوستيءَ ۽ محبت واري عشق مان انسان سڌري ٿو، نفساني ۽ شهوتي عشق مان انسان ڪري ٿو، ۽ ڪمينو ۽ ڪمذات ٿي پوي ٿو.

# گفتار ٿيويهين

## وڏو درجو

1. **14** *Of Nobility* (1612, rewritten 1625)?

وڏي درجي وارن کي ٽن طرحن جي چاڪري ڪرڻي ٿي پوي،

- هڪڙي سرڪار جي،
- ٻي پنهنجي ءَ ناموس جي،
- ٽي پنهنجي ڪم جي،

يعني هنن کي پنهنجي حاڪم تي ڌيان ڏيڻو ٿو پوي، پنهنجي ناموس تي ڌيان ڏيڻو ٿو پوي ۽ پنهنجي ڪم تي ڌيان ڏيڻو ٿو پوي. تنهنڪري هنن کي ڪنهن به طرح جي آزادگي ڪانهي، نڪا جسم جي آزادگي، نڪا ڪم ڪرڻ جي، نڪا وقت جي، يعني هو اهڙا آزاد ناهن، جو جيڪي وڻين سو ڪن، يا جڏهن وڻين تڏهن ڪن.

ماڻهن ۾ اها عجيب خواهش ڏسبي آهي، جو اختياري ڳولين، ۽ آزادگي وڃائين، يا ٻين تي حڪم ۽ اختياري هٿ آڻڻ لاءِ مٿا هڻن، ۽ اختياري هٿان وڃائين! مٿي چڙهي وڃي وڏي درجي کي پهچڻ ڏاڍو مشڪل آهي، پوءِ به ماڻهو محنتون ڪيو چڙهن ته پاڻ کي وڏين محنتن ۾ ٿا وجهن، ڪڏهن ڪڏهن ته وري ماڻهو ڪميڻا ٿيو ۽ ڪين جهڙي هلت ڪريو درجو پائين ٿا، وڏي درجي تي قائم رهڻ ڏاڍو اهنجو ڪم آهي، ڇاڪاڻ جو اتي ترڪڻ بازي لڳي پئي آهي، جيڪو مٿان ڪريو ته پنهنجو ڪنڌ ڀڃائيندو، نه ته به شڪست کائي، اڳين پوئين عزت ۽ آبرو وڃائي، ويهي رهندو، جنهن ڪري ڏاڍو غمگين ۽ پشيمان ٿيندو:جڏهن ماڻهن جي مرضي هوندي ته اسين وڏا ڪم ڇڏي گوشي

نشيني اختيار ڪريون، تڏهن ائين ڪري ڪين سگهندا، وري جڏهن گوشي نشيني ڪرڻ لازم ۽ واجب هوندو، تڏهن سندن مرضي نه هوندي، رڳو پيريءَ ۽ ضعيفي ۾، يا بيماريءَ ۾، جڏهن ڪم ڪار ڇڏي لاچار بستر نشين ٿيڻو ٿو پوين، تڏهن به گوشي نشينيءَ مان ڪک هوندا، ۽ پائيندا  ته اجان به ڪن وڏن ڪمن ۾ هٿ هجي ته چڱو.
وڏن ماڻهن کي گهرجي ته ٻين ماڻهن جا رايا پڇي ڏسن، ته پاڻ نصيب وارا ۽ خوش آهن يا نه، ڇاڪاڻ جو پنهنجي خوشيءَ يا ناخوشيءَ جي هنن کي پاڻيهي پوري خبر پئجي ڪين سگهندي، پر ڄاڻندا ته ڪيترائي آهن، جي سندن جاءِ ۽ درجي ملڻ ڪري ۽ سندن حالت ۾ رهڻ  ڪري جيڪر ڏاڍا سرها ۽ خوشحال ٿين، تڏهن ائين چئبو ته هو افواه ۾ خوش  ۽ نصيب وارا لکيل آهن، مگر اندر ۾ شايد انهن جي برخلاف هوندا، ڇاڪاڻ جو جيتوڻيڪ پنهنجي عيبن جي هنن کي اهڙي جلد خبر نٿي پوي، تڏهن به پنهنجن ڏکن جي سببن جي هنن کي سڀ کان اڳي خبر ٿي پوي.
هي سچ آهي ته وڏا ماڻهو پاڻ کان بيگانا آهن، يعني پنهنجا پاڻ واقف ناهن، ۽ وڏن ڪمن جي هج پج ۾ هنن کي ايترو وقت ڪونه ٿو ملي، جو پنهنجي بدن يا دل جي تندرستيءَ جي سنڀال وٺن.

وڏي درجي ۾ چڱن توڙي بڇڙن ڪمن ڪرڻ جو وجهه ملي ٿو: بڇڙائيءَ ۾ به حالتون تمام چڱيون آهن، جن جي ڪري ماڻهوءَ جو پلو رهجيو اچي: پهرين حالت آهي نه خواهش ڪرڻ، يا نه ارادو ڪرڻ ۽ ٻي حالت آهي ڪي به نه ڪري سگهڻ. پر، جڏهن بڇڙي ماڻهو کي جيئن وڏي تيئن يا جيڪي وڏي سو ڪرڻ وس ۾ آيو، ته پوءِ ٻين جي ڪاڻ ظلم ٿيو. چڱن ڪمن ڪرڻ جي سڌ ۽ سگهه ته خدا شل عالم کي ڏئي، چاڪاڻ جو چڱا خيال ۽ چڱا ارادا اگرچ خدا تعاليٰ وٽ مقبول آهن، تڏهن به انسان لاءِ خوابن خيالن کان وڌيڪ ناهن، يعني رڳو ڪنهن ماڻهوءَ جي چڱي نيت ۽ ارادي مان لوڪ کي ظاهريءَ ڪري فائدو ڪونه ٿو پهچي، جيسين ڪ اهي ارادا ۽ اهي خيال عمل ۾ اچن ۽ چڱا ارادا ڦري چڱا ڪم ٿين، ۽ انهيءَ ڪم لاءِ طاقت، گهرجي ته چڱا ڪم ڪن، ۽ چڱا گڻ ڏيکارين، ته پوءِ انهن جي چڱائيءَ تي خيال ڪرڻ مان کين ڏاڍو آنند ۽ آرام ايندو.

جڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن وڏي درجي تي مقرر ٿيو هجي، تڏهن گهرجيس ته ڪم هلائڻ مهل جيڪي انهيءَ ساڳيءَ جاءِ تي اڳي چڱيءَ طرح ڪم هلائي ويا هجن، انهن تي نظر ڏئي، ۽ ڪوشش ڪري پاڻ چڪاسي ڏسي ته پهريندي کان مون چڱيءَ طرح ڪم ٿي ڪيو يا نه. جيڪي ماڻهو

انهيءَ ساڳيءَ جڳهه تي بچڙيءَ طرح ڪم ڪري ويا هجن، انهن تي به نظر ڪرڻ گهرجي، نه انهيءَ لاءِ ته هنن مان ڪا چڪ يا ڪو عيب ڪڍي پنهنجيءَ دل کي خوش ڪجي، پر انهيءَ لاءِ ته جيڪو عيب اهڙي طرح نظر اچي، انهي کان گوشو ڪجي، انهيءَ طرح، اڳوڻن وقتن ۾ ماڻهن کي خوار ڪرڻ کانسواءِ، ۽ پنهنجي مغرور ٿيڻ کان سواءِ، پاڻ کي سڌارڻ گهرجي: هلت ڪرڻ ۾ پاڻ ٻين جي چڱن مثالن تي هلجي، ۽ اهڙا ڪم ڪجن، جو ٻيا انهن کي چڱا مثال ڄاڻي مٿن هلن.

سڀ ڪنهن شي جو بنياد ۽ اصلي حالت ڄاڃي ڏسڻ گهرجي ته ان جي رونق ڪيتري ۽ ڪيئن گهٽجي وئي آهي، پر نظر ٻنهي وقتن تي ڏيڻ گهرجي. ماضيء تي انهيءَ لاءِ ڏجي، ته ڏسون ته ڪهڙا ڪم تمام چڱا ٿي گذريا آهن، ته اسين به اهڙا ڪريون ۽ حال تي انهيءُ لاءِ ڏجي، ته ڏسون ته ڪهڙا ڪم هاڻي ڪرڻ واجب آهن، جي هاڻوڪيءَ هلت ۽ چال سان لاڳو ٿين ۽ ٺهي اچن.

ڪوشش ڪري، پنهنجي چلت يا ڪم ڪار قاعدي موجب ڪجي، جو ماڻهن کي اڳي ئي خبر پوي ته فلاڻو هينئر ڇا ڪندو ۽ پوءِ ڇا ڪندو، پر رڳو پگ، نئر ٿي، انهيءَ تي ڪمر ٻڌي به نه ويهجي، جڏهن ضرورت مهل پنهنجو هميشه وارو قاعدو ڦيرائڻو پوي ۽ ڪا ٻي نئين هلت ڪرڻي

پوي، ته انهيءَ جو سبب ظاهر ڏيڻ گهرجي، ته ماڻهن کي
به خبر پوي ته هنن ڳالهين ڪري فلاڻي پنهنجي هلت
يا پنهنجو قاعدو بدلايو.
پنهنجي درجي جا جيڪي حق حقوق هجن، سي مضبوط
رکڻ گهرجن، پر جيڪا اختياري يا جيڪو حڪم ماڻهوءَ
کي هٿ ۾ هجي، ان بابت ڳالهه ئي نه چورجي، ماٺ ڪري
ان کي هلائجي، ۽ پنهنجن حقن ظاهر ڪرڻ لاءِ هڏيءَ يا
مغروريءَ يا ٺٺ سان هلت نه ڪجي. گهٽ درجي وارين
جاين تي به پنهنجو حق ڄمائڻ گهرجي، پر سڀني ۾ هٿ
وجهڻ ضرور ناهي، جيڪي مکيه هجن، انهن ۾ اختياري
رکڻ عزت جهڙي ڳالهه آهي.
ڪم هلائڻ ۾ ٻين جي صلاح ۽ مدد وٺڻ گهرجي، جيڪي
ماڻهو زور ڪري پاڻو واڻ هيڏي هوڏي جي خبر آڻي
رسائين، انهن کي لوڏي نه ڪڍجي، پر جيترو واجب هجي،
اوترو سندن ڳالهه قبول ڪرڻ گهرجي.
وڏن ۽ اختياريءَ وارن درجن ۾ چار عيب ٿيندا آهن، دير
يا سستي، لالچ يا رشوتگيري، کهرائي يا شوخي، ۽ نرمي
يا پورڙائي. دير جو علاج اهو آهي ته جيڪو ڪم، وٺندو
يا فريادي اچي. انهيءَ کي جهٽ پٽ پاڻ وٽ سڏڻ گهرجي.
ڪم ڪرڻ جا وقت مقرر ڪرڻ گهرجن. جيڪو ڪم،
پهرين هٿ ۾ چڙهي، انهيءِ کي هلائي پورو ڪري پوءِ ٻيو

ڪٽجي، ۽ پهرئين ڪي اٽپورو ڇڏي پيو، وچ ۾ ٽپائي نه وڃهجي، مگر جڏهن لاچار ٿئي، تڏهن مضائقو ڪونهي، رشوت يا لالچ جو علاج اهو آهي ته وڏيءَ وٺڻ ڪان نه رڳو پنهنجا ۽ پنهنجن ماڻهن ۽ نوڪرن جا هٿ ٻڌي ڇڏجن، پر جيڪو وڏي آچي، انهيءَ جا به هٿ ٻڌي ڇڏجن، چاڪاڻ جو سچائي ۽ ايمانداري جو ڪم يڪبارگي ڪرڻ هڪڙي ڳالھ آهي، پر ايمانداريءَ ۽ راستبازيءَ جي عادت ڪري ڇڏڻ ۽ انهيءَ تي هلت ڪرڻ ۽ ظاهر ظهور رشوت ۽ لالچ کي ڌڪارڻ ٻي ڳالھ آهي، نه رڳو انهيءَ عيب ڪان ڪئو ڪائجي ۽ پچڻ گهرجي، پر رڳو شڪ ڪان به موشو ڪرڻ گهرجي. جيڪو ماڻهو پنهنجي هلت ۾ هڪجهڙو نه رهندو هوندو، ۽ ڪنهن ظاهر سبب ڪان سواءِ پيو ڦرندو ڳرندو، انهيءَ ۾ ماڻهو اهڙي نيچپائي جو ضرور شڪ نيندا، تنهنڪري هميشه جڏهن پنهنجي راءِ يا چال بدلائجي، تڏهن ڳجھ ڳوھ ۾ نه بدلائجي، ظاهر ظهور بدلائجي، ۽ بدلي جا سبب ڏيکارڻ گهرجن، جي ماڻهوءَ وٽ ڪو خاص معتبر نوڪر هوندو، جنهن تي سندس گهڻو پيار هوندو، ته جهان کي يڪدم شڪ پوندو ته فلاڻو انهيءَ جي وسيلي سان ڳجهو پالهو لالچ يا رشوت وٺي ٿو، گهرائي ۽ ناراضپي ۽ بدخواهيءَ جو اجايو سبب آهي، جي ماڻهو سختي ڪندو ته ٻيا ڪانئس ٻڄندا، پر جي کهرائي ۽ چٽ، ڪتائي ڪندو ته

پيا ڪيس ڏڪاريندا، وڏي درجي ۾ اختياريءَ واري ماڻھوءَ
کي گھرجي ته جڏھن ڪنھن کي عتاب ڏئي، ته به
گنپيرائيءَ سان ڏئي، نه طعني يا تنڪي جي طريق. حد کان
وڌيڪ نرمي يا، پوررڙائي، لالچ جي عيب کان به بچڙي
آھي، چاڪاڻ جو لالچ يا وڏيءَ ملڻ جو ڪڏھن ڪڏھن
چنمي چماھيءَ وجھ ملي ٿو، پر جي ماڻھو کي ٿوريءَ گھٽي
ڳالھ تي ٻئي جي عزت يا پلائي ۾ نيزاريءَ تي نظر ڪرڻ
جي عادت ھوندي، سو ٻاروھي انھيءَ ۾ گرفتار ھوندو،
حضرت سليمان جو قول آھي ته ” ماڻھن جي عزت تي نظر
ڏيڻ چڱي ڳالھ ناھي، چاڪاڻ جو اھڙو ماڻھو مانيءَ جي
ڳپي لاءِ به قاعدي جي حد کان ٻاھر ھليو ويندو.“
سچ آھي ته وڏي درجي ۾ ماڻھوءَ جو سپاءُ ظاھر ٿئي ٿو،
پوءِ ڪي چڱا ماڻھو ٿا نڪرن، ڪي بچڙا، پارسيءَ واري
چيو آھي ته

مي خوردن و ھوشيار نشستن سھل است،
چون بدولت برسي، مست نگردي مردي.

وڏ ماڻھپ ۾ اشراف جي اھا نشاني آھي، ته جيئن وڏو
درجو ۾ عزت ملندي ويندي، تيئن ماڻھو سڌرندو ويندو،
چاڪاڻ جو عزت ۾ آبرو نيڪن لاءِ آھي، ۽ ھئڻ گھرجي،
طمعي ماڻھوءَ ۾ نيڪي ڏاڍي چوھ ۾ رھي ٿي، پر اختياريءَ

۾ وڏي درجي  واري ماڻهوءَ ۾ سانه سستيءَ ۽ آهستگي سان هلي ٿي.
وڏي درجي کي پهچڻ لاءِ گويا هڪڙي وراڪن واريءَ چڙٽيءَ تان چڙهڻو ٿو پوي، جڏهن حڪومت ۾ گهٽا طرف يا گهٽيون جماعتون هجن، تڏهن گهرجي ته چڙهڻ مهل ڪنهن ڏاڍي طرف جو پاسو وٺجي، ته چڙهڻ سولو ٿئي، پوءِ جڏهن وجي درجي کي پهچجي، تڏهن پنهنجي سر هٿ هٽي تري بيهي رهجي، ۽ پوءِ ٻئي سان واسطو نه رکجي، جيڪي ماڻهو اڳي انهيءَ جاءِ تي ڪم ڪري ويا هجن، انهن جي تعريف ڪجي، جي ائين نه ڪبو، ته پيا به پنهنجي ڪين ڪندا، جيئن ته هڪڙي پارسي شاعر چيو آهي ته

نيک از کني بجاي تو نيکي کنند باز،

ور بد کني بجاي تو از بد بتر کنند.

جيڪي همڪار يا همراه هجن، انهن کي عزت ڏيڻ گهرجي. جڏهن هنن کي ڪم ۾ هٿ وجهڻ جي اميد يا حق نه هجي، تڏهن انهن کي سڏي کانئن صلاح وٺڻ گهرجي، ۽ جڏهن هنن کي شريڪ ٿيڻ جو حق هجي، تڏهن هنن کي ڪڍي نه ڇڏڻ گهرجي.
ٻين سان ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾،  يا فريادن کي خانگي جواب ڏيڻ ۾، پنهنجي درجي جا اشارا نه ڏيڻ گهرجن، نڪي اهڙي ڳالهه دل تي آڻڻ گهرجي ، اهڙي هلت ڪجي، جو ماڻهو ائين

نه چون ته فلاڻو جڏهن سرڪاري ڪم تي  ٿو ويهي، تڏهن وچڙون ٻئي قسم جو ماڻهو آهي.

# گفتار چوويهين

## جرئت

1. **12** *Of Boldness* (1625)

ڳالهه ڪندا آهن ته ”ديماسطنيس“ يونان ۾ خوش گفتاريءَ ڪري ڏاڍو مشهور هوندو هو، تنهن کان ماڻهن پڇيو ته ”فصاحت ۽ بلاغت ۾ سڀ کان وڏيڪ ڪهڙي شيءِ درڪار آهي؟“ جواب ڏنائين ته ”حرڪت، يا اشارا“ يعني ڳالهائڻ مهل هٿ ۽ منهن جو چورڻ ۽ ناٽ ڪرڻ، وري پڇيائونس ته ”انهي کان پوءِ ٻي شيءِ ڪهڙي درڪار آهي؟“ وري به چيائين ته ”حرڪت يا اشارا“، وري پڇيائونس ته ”انهي کانپوءِ؟“ چيائين ته ”وري به اشارا!“ عجب جهڙي ڳالهه آهي ته ”ديماسطنيس“ جهڙو هوشيار ماڻهو فصاحت ۽ بلاغت جون پيون وڏيون خاصيتون ڇڏي، هڪڙيءَ ڪين جهڙي ڳالهه تي آٽي ايترو زور رکي، پر هن جو سبب ظاهر آهي، انسان جي سڀاءُ ۾ عقل کان بيعقليءَ جو  جزو وڏيڪ آهي، تنهن ڪري عام ماڻهن جي دلين ۾

جو بيعقليءَ جو جزو آهي، تنهن کان جا شيءِ موهي وجهي ٿي، اها زور واري چاڙهَ گهرجي.

انهيءَ طرح، جي ڪٽي پڇجي ته ”زماني جي ڪم ڪار ۾ ڪهڙي شيءِ سڀ کان وڌيڪ درڪار آهي“ ته جواب ڏبو ته ”جرات“، تنهن کانپوءِ؟، جواب ”جرئت“، تنهن کانپوءِ؟، جواب وري به ”جرئت“ ايتري هوندي به، جرئت ۽ دليري، جهل ۽ ڪمينائيءَ مان پيدا ٿئي ٿي، ۽ ٻين گهڻن گڻن کان گهٽ آهي.

جن ماڻهن کي ڏاهپ ۽ سياڻپ ٿوري آهي ۽ همت پوري پني آهي، تن کي ٻئي جي جرات ۽ بي محابائي موهي وجهي ٿي، ۽ هنن جا هٿ پير قابو ٻڌي ڇڏي ٿي، خود ڏاهن ماڻهن تي به ضعيفيءَ جي حالت ۾، غالب پوي ٿي. انهيءَ ڪري، تواريخن مان معلوم ٿيندو ته عام ماڻهن جي حڪومت ۾ جرات ۽ دليري ڪلور ڪري گذري آهي، باقي شاهن يا ڏاهن وزيرن تي اوترو اثر ڪونه ڪيو اٿس.

جڏهن جرئت وارو ماڻهو پهريندي ڪو ڪم ڪري ٿو، تڏهن البت ٻين ۾ اچرج ۽ حيراني پيدا ڪري ٿو، پوءِ جهڪو ٿيو وڃي، تنهن جو سبب هي آهي ته جرات وارا ۽ بي محابا ماڻهو جيڪو واعدو ڪندا، اهو پورو ڪري ڪين سگهندا، جهڙيءَ طرح ڪي ويڄ. ٿورا ٿوٽڪا سکي طبابت جو دم هڻندا آهن، ۽ ٻين ڇئن کي اتفاق سان ڇٽائي

وجهندا آهن، پر طب جي علم جي منجهن بوءِ به ڪانه هوندي آهي، تنهنڪري ٿورين گهڙين ڏينهين هنجي پيهي رهندا آهن، اهڙي طرح، جرئت وارا ماڻهو جڏهن ڏسندا ته هو وڏيون ڳالهيون ڪري ويٺا آهن، جن تي هلڻ يا انجام تي پورو رهڻ اسان سياڻن ماڻهن جي اڳيان هڙا ماڻهو ڪل جهڙا آهن، نه رڳو سياڻا، پر عام ماڻهو به سندن اجاين بڻاون ۽ بڻاڪن تي ڪلندا آهن، تماشو تڏهن آهي، جڏهن ڪو بي محابو ماڻهو جرات ڪري ڪنهن ڪم جي ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، پوءِ منجهي بيهي رهندو آهي، ۽ ڪوئي به هلڻ جو رستو نه ايندو اٿس، جهڙيءَ طرح شطرنج جي بازيءَ ۾ بعضي ائين اچيو ٿئي جو شاهه ڪشت هيٺ مات به ڪين هجي، پر تڏهن به هلاڻ لاءِ رستو ڪونه ملندو اٿس.

پڙرو هجي ته جرات، بي محابائي ۽ بيخطري هميشه انڌي آهي، ۽ ڪنهن به طرح جي ڊپ يا ڏک تي نظر نٿي پويس، تنهنڪري اها صلاح ۽ مصلحت ۾ خراب آهي، مگر ڪم ڪرڻ ۾ چڱي آهي، انهيءَ لاءِ، جرئت وارن ماڻهن کي ڪنهن به ڪم ۾ مکيه ۽ پهرئين درجي جي اختياري نه ڏيڻ گهرجي، هميشه ٻئي درجي ۾ رکڻ گهرجي ته جيئن ٻيا هنن کي بتائين ته ويئن ڪن. چاڪاڻ جو پهريندي ڪم جي رٿ ۽ صلاح مصلحت ڪرڻ مهل جوکي وارين ڳالهين تي ڌيان

ڏيڻ فرض آهي، پر ڪم ڪرڻ مهل انهن کي وسارڻ
گهرجي، پر، جي وڏو جوکو هجي، ته ڪم ڪرڻ مهل به
ان تي اڳ، ڳڻتي ۽ خبرداري ڪرڻ ضروري آهي.

http://www.sindhiadabiboard.org/catalogue/Litrature/Book41/Book_page1.html
http://www.sindhiadabiboard.org/catalogue/Litrature/Book41/Book_page7.html

## Contents listing]

The contents pages of Thomas Markby's 1853 edition list the essays and their dates of publication as follows:

1*Of Truth* (1625)

2. *Of Death* (1612, enlarged 1625)
3. *Of Unity in Religion / Of Religion* (1612, rewritten 1625)
4. *Of Revenge* (1625)
5. *Of Adversity* (1625)
6. *Of Simulation and Dissimulation* (1625)
7. *Of Parents and Children* (1612, enlarged 1625)
8. *Of Marriage and Single Life* (1612, slightly enlarged 1625)
9. *Of Envy* (1625)
10. *Of Love* (1612, rewritten 1625)
11. *Of Great Place* (1612, slightly enlarged 1625)
12. *Of Boldness* (1625)
13. *Of Goodness and Goodness of Nature* (1612, enlarged 1625)
14. *Of Nobility* (1612, rewritten 1625)

15. *Of Seditions and Troubles* (1625)
16. *Of Atheism* (1612, slightly enlarged 1625)
17. *Of Superstition* (1612, slightly enlarged 1625)
18. *Of Travel* (1625)
19. *Of Empire* (1612, much enlarged 1625)
20. *Of Counsels* (1612, enlarged 1625)
21. *Of Delays* (1625)
22. *Of Cunning* (1612, rewritten 1625)
23. *Of Wisdom for a Man's Self* (1612, enlarged 1625)
24. *Of Innovations* (1625)
25. *Of Dispatch* (1612)
26. *Of Seeming Wise* (1612)
27. *Of Friendship* (1612, rewritten 1625)
28. *Of Expense* (1597, enlarged 1612, again 1625)
29. *Of the True Greatness of Kingdoms and Estates* (1612, enlarged 1625)
30. *Of Regiment of Health* (1597, enlarged 1612, again 1625)
31. *Of Suspicion* (1625)
32. *Of Discourse* (1597, slightly enlarged 1612, again 1625)
33. *Of Plantations* (1625)
34. *Of Riches* (1612, much enlarged 1625)
35. *Of Prophecies* (1625)
36. *Of Ambition* (1612, enlarged 1625)
37. *Of Masques and Triumphs* (1625)
38. *Of Nature in Men* (1612, enlarged 1625)
39. *Of Custom and Education* (1612, enlarged 1625)
40. *Of Fortune* (1612, slightly enlarged 1625)

41. *Of Usury* (1625)
42. *Of Youth and Age* (1612, slightly enlarged 1625)
43. *Of Beauty* (1612, slightly enlarged 1625)
44. *Of Deformity* (1612, somewhat altered 1625)
45. *Of Building* (1625)
46. *Of Gardens* (1625)
47. *Of Negotiating* (1597, enlarged 1612, very slightly altered 1625)
48. *Of Followers and Friends* (1597, slightly enlarged 1625)
49. *Of Suitors* (1597, enlarged 1625)
50. *Of Studies* (1597, enlarged 1625)
51. *Of Faction* (1597, much enlarged 1625)
52. *Of Ceremonies and Respects* (1597, enlarged 1625)
53. *Of Praise* (1612, enlarged 1625)
54. *Of Vain Glory* (1612)
55. *Of Honour and Reputation* (1597, omitted 1612, republished 1625)
56. *Of Judicature* (1612)
57. *Of Anger* (1625)
58. *Of Vicissitude of Things* (1625)
59. *A Fragment of an Essay of Fame*
60. *Of the Colours of Good and Evil*

This page was prepared for the use of community readers, students and research scholars by Muhammad Umar Chand 24 March 2022 thanks to Sindhi Abadbi Board website and Wikipedia article on Bacon's Essays
http://www.sindhiadabiboard.org/catalogue/Litrature/Book41/Book_page1.html
http://www.sindhiadabiboard.org/catalogue/Litrature/Book41/Book_page7.html
https://ia800504.us.archive.org/35/items/essaysorcouncils01baco/essaysorcouncils01baco.pdf